Mirza Qaleech Baig Insaan ja Muhafiz Malaaik ain Bbiyaa 3 to 5

Alamgir Mazhab, Mauta Khaan poe Hayati4 to 5

[3]

# انسان جا محافظ ملائڪ ۽ ٻيا غيبي مددگار

## مرزا قليچ بيگ

اهو اعتقاد، ته انسانن جي لاءِ، ڪي حفاظت ڪندڙ ملائڪ ۽ غيبي مددگار، موجود آهن، قديم وقت کان، علحدين قومن ۽ علحدن مذهبن ۾، هلندو آيو آهي. سڌريلن، توڙي اڻ سڌريلن ملڪن ۾، اڪثر، ڪن ماڻهن کي، انهيءَ ڳالهه تي اعتبار نه ايندو آهي، مگر هاڻي، سائنس جي ترقيءَ ڪري، اها ڳالهه ممڪن، بلڪ سچي ثابت ڪئي وئي آهي ۽ ٿياسفيءَ جي وسيلي، انهيءَ علم ۽ حڪمت جا تجربا ڪيا ويا آهن ۽ حقيقتون پڌريون ڪيون ويون آهن. يورپ، توڙي ايشيا ۾، مصر، يونان، روم ۽ ٻين قديم ملڪن ۾، اهڙيون آکاڻيون ۽ ڏند ڪٿائون هليون آيون آهن، جي سڀ وهم ۽ ڀرم شمار ۾ ٿا اچن، مگر سڀ ڪنهن اهڙيءَ ڏند ڪٿا يا ڀرم يا افواهه يا آکاڻيءَ جو، ڪو اصلي بنياد ضرور هوندو. عيسائي مذهب به، اوائل

۾، اهڙي اعتقاد کان خالي نه هو، پر پوءِ جڏهن يورپ ۾، اهو مذهبي انقلاب اچي پيو، جنهن کي ريفارميشن يا مذهبي سڌارو ٿا چون، تڏهن اهو اعتقاد گهٽجڻ لڳو. اجا تائين، هھڙي سڌريل زماني ۾ به، عام طرح وسهڻ ۾ اچي ٿو ته ڪڏهن ڪڏهن، بلڪ هميشه موڙهلن ۽ احتياج وارن ۽ مصيبت زدن ۽ دردمندن کي، غيبي طرح خدائي مدد ملي ٿي. ڪن جو اعتقاد آهي ته اهڙيءَ حفاظت يا مدد لاءِ ڪي ملائڪ، هميشه انسان سان لڳا وتن يا ڪي ضرورت وقت انهيءَ ڪم لاءِ اچيو حاضر ٿين - ڪڏهن سڌ تي ته ڪڏهن اڻ سڏيا. غيبي يا روحاني عالم تي، اڳي وانگي اجا به اعتقاد هلندو اچي. مخفي ۽ روحاني علمن جي ڪتابن پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو، ته خدا تعالى کان وٺي، انسان جي درجي يا حالت جي وچ تائين، گهٽائي درجا يا ڏاڪا آهن، جتي درجيوار، ملائڪن ۽ ارواحن جي مخلوقات شمار ڪيل آهي. تهڙيءَ طرح، انسان کان هيٺ، حيوانات ۽ ٻين عالمن ۾، درجيوار مخلوقات موجود آهي. اسان جي نسبت، انهن ملائڪن ۽ پاڪ ارواحن سان، اهڙي آهي، جهڙي حيوانن جي، اسان سان آهي. جڻ ته آسمان کان وٺي، زمين جا پاتار تائين، هڪڙي ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جنهن ۾، درجيوار ڏاڪا رکيل آهن، ۽ انهن مان، عليحدن عالمن ۽

مخلوقن جي ترقي، مقابلي طور، معلوم ٿي سگهي ٿي. انهن مان ڪي ڏاڪا يا درجا، اسان ڪان مٿي آهن، ته ڪي هيٺ. سچ آهي، ته انسان اشرف المخلوقات آهي، پر اهو مقابلو فقط حيوانات سان، ٿيل ٿو ڏسجي. انسان، پاڻ کي، خوش ڪرڻ لاءِ، اڪثر چوندو آهي، ته آسمان، زمين وغيره مطلب ته سارو سنسار، انسان ئي جي لاءِ پيدا ٿيو آهي. جيئن شيخ سعدي چيو آهي ته

(شعر)

ابرو بادومه و خورشيد فلڪ در ڪارند،
تا تو ناني بڪف آري، و به غفلت نخوري.
همه از بهر تو سر گشته وفرمان بردار،
شرطِ انصاف نباشد، که تو فرمان نه بري!

ائين برابر آهي، ته اسان انسان مان ڪي اهڙا به آهن جن نهايت اعلى روحاني ترقي ڪئي آهي ۽ فوق البشر، شمار ٿيڻ جا لائق آهن - جيئن انبيا ۽ اوليا، وغيره، اگرچه اهي مقابلي ڪري، ٿورا آهن. اهي عمدا مثال ۽ نمونا آهن، جن کي ڏسي، ٻيا به اهڙي ترقي ڪن ٿا ۽ انهن جهڙا ڪامل انسان يا ٻي عام خلق جا مددگار ٿين ٿا.

ياد رکڻ گهرجي ته خدا تعالى، پنهنجيءَ مخلوقات جي هلائڻ لاءِ، عام قدرتي قانون، ٺاهي ڇڏيا آهن، جن

موجب، سبب ۽ نتيجي جي اصول مطابق، انصافي طرح، ڪم هلندو پيو هلي ۽ ٻي خدائي دست اندازي، انهن قانونن جي برخلاف ڪانه ٿي ٿئي، مگر ڪڏهن ڪڏهن، جيڪا اوچتي غيبي مدد، يا دست اندازي، اسان کي ڏسڻ ۾ ايندي آهي، سا به حقيقت ڪري، انهن ئي قدرتي قانونن موجب آهي، اگرچه اسان کي پوريءَ طرح، سمجهڻ ۾ نه ٿي اچي، پر اها به، سڌي يا اُپي، آسمان هيٺ ڪري نه ٿي پوي، پر انهن فوق البشر يا روحاني وجودن، يعني ملائڪن ۽ ٻين غيبي عالمن ۽ ڪامل انسانن جي معرفت ۽ وسيلي ٿي ملي ڇا لاءِ جو هيءُ جهان، عالم اسباب جو آهي ۽ خدا تعالیٰ، مسبب الاسباب آهي. قدرتي قانونن موجب، سڀ ڪم پاڻهي پيا هلن، مگر ظاهريءَ ڪري، سببن ۽ نتيجن جي قانون جي وسيلي، سڀ ڪم لاءِ، سبب ۽ بهانو ضرور آهي. انهيءَ بابت، شيخ سعدي چيو آهي ته:

(شعر)

رزق هرچند بيگمان برسد<br>
شرطِ عقل هست، جستن اَز درها<br>
گرچه کس بي آجل، نه خواهد مرد،<br>
تو مرو در دهان ازدرها

جيتوڻيڪ، انسان کي، خدا عقل ۽ تميز عطا ڪيو آهي، ۽ ملائڪن ۽ حيوانن جي وچ ۾ رهي، ڪڏهن چڙهي ملائڪن تائين وڃي ٿو رسي، ۽ ڪڏهن لهي، حيوانن تائين اچي ٿو، تڏهن به ذاتي جهل ۽ غرور سبب، هو سمجهي ٿو، ته ڪڏهن سندس غفلت يا ناداني‎ءَ جي ڪري سنڀال ۽ مدد جي گهرج ٿئي ٿي، تڏهن عالمِ بالا وارا مخلوق - ملائڪ ۽ ٻيا ارواح - اها ڪيس ڏيڻ لاءِ ٻـَڌل آهن ۽ ڏين ٿا، ۽ انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي، ته ڪڏهن اهي، هن کي مدد ڏين ٿا، اگرچه انهن تي، پنهنجي درجي موافق، ٻيا خاص علحدا فرض رکيل آهن، جن ۾ هميشه اُهي مشغول آهن. انسان جو جهل ۽ غرور، انهيءَ مان ظاهر آهي، ته پاڻئون مٿانهين درجن وارن کي، پنهنجي سنڀال ۽ مدد لاءِ، ٻڌل ٿو سمجهي، پر پاڻ، پاڻئون هيٺين مخلوقات، يعني حيوانن سان، اهڙي ظلم جي هلت ٿو ڪري، جهڙي هوند شيطان ڪري! ڪيترن بيگناهه گگدامن کي، عذات ڏئي، ماري ٿو ۽ ڪن کي ڦاسائي، ناحق بند ۾ رکي ٿو، ۽ انهن مان، نفساني خوشي حاصل ڪري ٿو، ۽ انهن کي شڪار يا تماشو يا کيل سڏي ٿو. اهو پهاڪو، انهيءَ سان لاڳو آهي ته ”مروان موت ملوڪان شڪار“ جن ٿورن جي هو، سچي پچي سنڀال ٿو ڪري، سو به پنهنجي سک ۽

مطلب لاءِ، نه سنڀال يا مدد جي خيال سان، يا انهن کي ترقي ڏيارڻ جي نيت سان، انهيءَ ڪري امڪان آهي، ته ڪنهن وقت، ڪن ملائڪن يا ارواحن کي، ڪن ماڻهن جي مصيبت يا ڏک ڏسي، مٿن قياس پوي ٿو ۽ رحم اچي ٿو، تنهنڪري هو، انهن کي غيبي مدد ڏين ٿا. نه ته انهن کي ماڻهن جي، اهڙي ڳڻتي آهي، جهڙي اسان کي جهرڪين ۽ ڪيولين جي هوندي. هنن کي، پنهنجا گهڻا ئي خاص، منصبي فرض ادا ڪرڻا آهن. جيئن ڪڏهن ڪڏهن اسين به ڪن حيوانن تي قياس ڪريون ٿا. دنيا جي شروعات ۾، جڏهن اجا سڌاري منهن نه ڏيکاريو هو تڏهن البت، خدا تعالى پنهنجن ملائڪن ۽ ٻين غيبي عالمن ۽ ارواحن جي معرفت، ڪن خاص انسانن کي سمجهائيندو هو ۽ هدايت ۽ فهمائش ڪندو هو ۽ الهام ڪندو هو ۽ اهي، ٻين جا استاد ۽ هادي ٿيندا هئا. پر هاڻي، انسان ترقيءَ جي انهيءَ درجي کي پهتو آهي، جڏهن ملائڪن جي مدد جو، چندان ضرور نه آهي، پر خود اسان انسانن مان، اهڙا ڪامل ۽ اعلى ترقي يافته ٿيا آهن، جي نبين ۽ ولين ۽ ڪامل مرشدن يا استادن ۽ هادين جي صورت ۾، ظاهري يا باطني طرح، جسماني يا روحاني مدد ڏئي سگهن ٿا.

ملائڪن کان سواءِ، ٻي به غيبي يا روحاني مخلوق آهي، جنهن کي، جن، ڀوت، ديو يا پريون وغيره سڏين ٿا. انهن بابت به، قصا ڪهاڻيون ۽ ڏند ڪٿائون، قديم وقت کان، هليون آيون آهن. اها مثالي يا روحاني يا هوائي جسمن واري مخلوقات آهي، تنهنڪري عام طرح، انسانن کي، ڏسڻ ۾ نٿي اچي. فقط ڪن خاص حالتن ۾، ۽ ڪن خاص وقتن تي، ڏسي ٿي سگهجي، سو به اڪثر انسانن جي رهڻ وارن هنڌن کان گهڻو پري، جبلن، ٻيلن، اڪيلن ويرانن ۽ جهنگن ۾، ۽ جابلو يا جهنگلي يا ابوجهه ۽ پوروڙا ماڻهو، انهن کي ڏسن ٿا. بعضي، انهن مان ڪن خاص ماڻهن سان واسطو به رکن ٿا ۽ کين، مدد به ڏين ٿا، پر انهيءَ روحاني مخلوقات جو اهو ڪو خاص فرض ناهي ۽ نه انهن کان ڪا عقل موجب يا سمجهه پري مدد جي اميد رکڻ گهرجي.

انهن کان سواءِ، ڪي وڏا ماڻهو، عقل جا استاد، ڪامل انسان آهن، جي اسان جهڙائي ماڻهو آهن، مگر طاقت، ڏاهپ ۽ طبيعت ۾، تمام اعلى درجي کي پهتل آهن، ۽ انسانيت ۽ فضيلت ۾، تمام گهڻي ترقي ڪئي اٿن. هو، پنهنجي ساري حياتي، انسان ذات جي ترقي ڏيارڻ ۾ لڳائين ٿا. اُهي سو، ڪڏهن ڪڏهن ٻين جي ڪمن ۾ دست اندازي ڪن ٿا ۽ ڪن خاص انقلابي

وقتن تي، انهن کي مدد ڪن ٿا، نه ته انهن کي اڪثر، ٻيا وڏا وڏا، عام فائدي جا ڪم ڪرڻا پون ٿا، جي اسان کان ٿيڻ جا ناهن. هو اڪثر، روحاني عالم ۾ ڪم ڪن ٿا ۽ انهن جو واسطو، ماڻهن جي روح سان ٿو رهي ۽ نه سندن جسمن سان، ۽ انهن کي حياتيءَ ۽ طاقت جي، اهڙي تازي رونق ڏين ٿا، جهڙي سج، پنهنجي روشنائيءَ ۽ گرميءَ سان، گلن کي ڏئي ٿو. اهو، هڪڙو زياده ضروري ۽ وڏو ڪم آهي. اهڙن ڪامل استادن کي، رواجي دنيائي ۽ جسماني ڪمن ۾ مددگاريءَ لاءِ سڏڻ، اهڙو آهي، جهڙو ڪن عالمن ۽ فاضلن کي، پهڻن پچڻ يا مزوريءَ جي ڪمن ۾ لڳائڻ! اهڙا ماڻهو، رواجي ڪمن ۾، دست اندازي نه ڪندا آهن، ليڪن اهڙي قسم جي عملي مدد، ٻن قسم جي ماڻهن مان، اسان کي ملي ٿي سگهي، جي اسان جهڙي درجي جا ئي انسان آهن - هڪڙا مئل ماڻهو، يعني انهن جا روح، جي مئل ناهن، نڪي اسان کان پري آهن، ۽ اگرچه، اهي، اُنهيءَ نئين روحاني عالم ۾، اسان جن جسمن کي ڏسي نه ٿا سگهن، جيئن اسين انهن کي ڏسي نٿا سگهون، مگر اسان جا مثالي جسم، جي هنن خاڪي جسمن جا پوش آهن، تن کي ڏسي سگهن ٿا، ۽ انهيءَ ڪري، انهن کي، اسان جيءَ دل جي حالتن، خيالن ۽ جوش جي، پوريءَ طرح، خبر

پئجي سگهي ٿي، تنهنڪري جڏهن، اسان کي ڪا تڪليف رسي ٿي، يا اسان تي ڪا مصيبت پوي ٿي ۽ اسان کي مدد جو کپ ٿئي ٿو، تڏهن بعضي وقت هو، گهربل مدد ڏئي سگهن ٿا. پر اهڙا مئل ماڻهو يا تازا چٽل روح به، درجي بدرجي، دنيائي تعلق ٿوڙيندا وڃن ۽ روحاني ترقي ڪندا، درجي ۾ چڙهندا وڃن. پوءِ هو سچي پچي، زيادهه مدد ڏيڻ جهڙا ٿين ٿا، تازا تازا مئل ماڻهو، يا انهن جا روح، اسان کي هن طرح مدد ڏئي سگهن ٿا، ته اسان جي اندر جي حالت، ڏک سک معلوم ڪري، اسان جيءَ دل ۾ خيال وجهن ٿا، جي الهام وانگي، انسان ۾ ارادو پيدا ڪري، اهي ڪم ڪرائين ٿام پر انهيءَ جي اسان کي ڪا به خبر پئجي نه ٿي سگهي. پائيند اسين، ته اهو خيال، پاڻهي اچي اسان جي دل ۾ پيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي روح، اهڙا طاقت وارا به آهن، جو ظاهري انساني صورت وٺي به، اسان کي پاڻ ڏيکاري سگهن ٿا.

ٻئي قسم جا مددگار، اسان لاءِ، اُهي جيئرا ڪامل انسان آهن، جن اهڙي روحاني طاقت، حاصل ڪئي آهي، جو خاڪي جسمن ۾ هوندي به، انهن کي اسان جيءَ دل جي حالت، معلوم ٿي سگهي ٿي، ۽ هو، تمام پري پنڌ کان، پاڻ کي، جتي ڪٿي ظاهر ڪري، گهربل مدد ڏئي سگهن ٿا. انهن کي، پنهنجي جسماني

قيد ۽ بند جي پرواهه ڪانه ٿي رهي ۽ سڀ روڪ ڪندڙ پردا ڦاڙي، روحاني طرح، جسماني مدد به ڏئي سگهن ٿا. اهڙا ماڻهو، اڪثر، مٿي ڏيکاريلن استادن جا شاگرد آهن. جيڪڏهن هنن کي، ”ملاءُ الاعلیٰ“ سڏيون ته هنن کي ”اولياءَ“ سڏي ٿا سگهون، پر اهڙي طاقت يا ڪرامت، معجزي جهڙي ٿي ٿئي، جا انهن کي، ڪن خاص شرطن تي عطا ٿي ٿئي، جنهنڪري هو، جيئرن توڙي مئلن انسانن کي، ضروري مدد ڏئي سگهن ٿا، ۽ انهن جون مصيبتون، هلڪيون ڪري سگهن ٿا، اگرچه پنهنجن استادن وانگي، روحاني عالم جي اعلیٰ درجن ۽ منزلن تي، ساريءَ انسان ذات جي ترقيءَ ۾، شامل ٿي نٿا سگهن. اهي شرط، اهڙيءَ ڪرامت حاصل ڪرڻ جا، هي آهن ته اهڙو شخص، پنهنجيءَ جنس جي مطلب يا فائدي لاءِ يا پنهنجي چالاڪيءَ يا وڏائيءَ ڏيکارڻ جي لاءِ، اهڙي طاقت، ڪڏهن به ڪم نه آڻيندو ۽ نه ٻين ڳجهن يا ڪمن ۾ دست اندازي ڪندو ۽ نه پاڻ، ٻين هنڌن تي ظاهر ٿي، پنهنجي ڪرامت بتائي سگهندو. هو، مئلن کي، جيئرن جا پيغام پهچائي يا انهن جو حال احوال ڏيئي سگهي ٿو، مگر انهن جو جواب، جيئرن تائين، سواءِ استادن جي

اجازت يا اشاري جي، موٽي پهچائي نه سگهندو. اهڙا خير جا ڪم، هو اڪثر پيو ڪري.
ڪڏهن ڪڏهن، اهو اعتراض پڻ اٿارڻ ۾ ايندو آهي، ته جڏهن عالم ۾، خدائي عدل ۽ انصاف جو قدرتي قانون قائم آهي، ۽ جزا ۽ سزا يا ڪرڻي ۽ پرڻي، يا جهڙي پوکبي تهڙي لڻبي، جو عام قاعدو لاڳو آهي، ۽ جيڪا ٿيڻي آهي سا ضرور ٿيندي، يعني قضا ۽ قدر، قسمت يا نصيب، سرنوشت يا ڪرم جي پورائي ضرور ٿيڻي آهي، تڏهن اهڙي مدد يا دعا گهرڻ ۽ ڏيڻ، بي معنى ۽ اجائي آهي، ڇالاءِ جو ڪيتري به ڪو ڪنهن کي مدد ڪندو، تڏهن به قدرتي قانون يا قسمت موجب، جيڪي ٿيڻو آهي، سو اوس ٿيندو، ۽ اها مدد، ڪنهن ڪم جي نه ٿي، ۽ اهڙي مدد، ڇڻ ته قدرتي قانون کي روڪڻ جي بيسود ڪوشش آهي.
ائين برابر آهي، مگر اهڙي خير خواهيءَ ۽ ڀلائيءَ جي ڪوشش، اجائي نه ٿي ٿئي. ٻئي جي مصيبت ۾ همدردي ڪرڻ ۽ انهيءَ تي رحم آڻڻ ۽ مٿس احسان ڪرڻ ۽ ڪيس مدد ڪرڻ، مدد ڪندڙ لاءِ چڱو آهي، ۽ هن ٻئي تي به، چڱو اثر ٿو ڪري. امڪان آهي ته جڏهن هو، پنهنجي ڪيتي جي سزا پوڳي چڪندو، تڏهن اها دعا يا مدد، هن کي ڪمائتي ٿئي، ۽ هن کي ترقي ڏيئي، مٿيرو ڪري ۽ بهتر آدمي بنائي. پوءِ ڇو

نه هو، اهڙي مددگاريءَ ۽ خيرخواهيءَ جي خواهش ۽ ڪوشش ڪري؟ انهيءَ لاءِ هڪڙو مثال وٺو - ماڻهو، سمجهڻ مهل، پنهنجو جسم ڇڏي، نڪري ٿو يا ٻئي عالم ۾ وڃي ٿو، يعني سندس ”روح“ اها ننڊ ۽ اهو آرام، جسم جي لاءِ ۽ ان جي ٿڪ ڀڃڻ لاءِ آهي، پر ان جو روح، آرام نٿو ڪري، بلڪ هڪڙي نه ٻئي هنڌ مشغول آهي. اهو، ٿڪجڻ جو ناهي. مغز ٿڪجي سگهي ٿو، پر دل يا من يعني پاڻ سچو ماڻهو، نٿو ٿڪجي. اهڙيءَ ننڊ جي حالت ۾، ماڻهو، يعني سندس ”روح“ مثالي يا روحاني جسم سان، گهمي ڦري ۽ ڪم ڪري ٿو. انهن مثالي جسمن جو، پاڻ ۾، سڌاري يا اڻ سڌاري جي نظر تي، گهڻو فرق آهي. جهنگلي ماڻهوءَ جو مثالي جسم، سڌريل ماڻهوءَ جي مثالي جسم کان، گهڻو ٻيءَ طرح جو ٿو ٿئي. هن کي، خيال، سمجهه ۽ جذبي وغيره جو سڀ سماءُ آهي، مگر هن کي (جهنگلي ماڻهوءَ کي) ڪو ڪونهي، هن جو ”مثالي جسم“ به اهڙو ئي جهنگلي آهي جهڙو، سندس ”عنصري جسم“ سڌريل ماڻهوءَ جو ”مثالي جسم“ پنهنجن عادتي يا روزمره جي خيالن ۾ ويڙهيو، پوريو پيو آهي، جيئن پکيءَ جو ٻچو، آني جي کل ۾، پوريل رهندو آهي، تنهنڪري هن جو عنصري جسم جڏهن ننڊ واريءَ حالت ۾ آهي، تڏهن به هن کي، اُهي

ساڳيا خيال، وري وري پيا اچن، ۽ انهيءَ ڪوپي يا پردي ڪان ٻاهر جي، ڪا به خبر ڪانه اٿس ۽ انهيءَ جي اندر پيو گهمي ۽ انهيءَ جا خواب پيو لهي. ڪڏهن اتفاق سان هو، انهيءَ پردي جي ڪنهن چير مان، ٻاهر، جهاتي وجهي ٿو، يا پاڻهي دل ۾ شوق جاڳيس ٿو ته ڏسان، ته ٻاهر ڇا ٿو ٿئي؟
پر سوال آهي ته هو، انهيءَ عالم ۾، ڪڏهن ڪڏهن سجاڳ به ٿئي ٿو يا نه؟ انهيءَ جو جواب هيءُ آهي ته هائو، ٿئي ٿو، مگر ڇئن علحدن رستن سان! پهريون هيءُ ته گهڻي عرصي ڪان پوءِ اهو پردو يا لڙاٽ وارو ڪڪر، آهستي آهستي پاڻهي گم ٿي وڃي ٿو. ٻيو ته ماڻهوءَ ڪي جو پاڻهي حقيقت جي خبر پوي ٿي، سو اٿورچ ٿي، ڪوشش ڪري ٿو ۽ پاڻ ڪي يعني پنهنجي روح ڪي، انهيءَ بند مان ڇڏائي ٿو ۽ اهڙي استعمال ڪري ڇڏي ٿو، جو اڳئي ارادو ڪري سمهي ٿو، ته ننڊ اچڻ، تي آئون، روحاني علم جو وڃي سير ڪندس ۽ اتي جون حقيقتون معلوم ڪندس. اهو آهي مرڻ ڪان اڳي مرڻ، ۽ هڪڙي روحاني فوق البشري طاقت حاصل ڪرڻ. انهيءَ لاءِ جيڪڏهن هن، اڳتي، روحاني ۽ اخلاقي ترقي حاصل ڪئي آهي ۽ پاڻ تي پورو عمل اٿس ته چڱو، نه ته پاڻ زياده، خرابي پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي. ڇڻ ته هڪڙي

ديواني آدميءَ جي هٿ ۾، ترار اچي وئي آهي، جا هو، غير واجبي طرح ڪم آڻي سگھندو، ۽ گھڻن جا خانا خراب ڪندو، ۽ خدا جي خلق کي، نقصان پهچائيندو، جيئن جادوگر ڪندا آهن، بلڪ ڪٿي ته بيخبريءَ ۽ خوف کان، پاڻ منجهي پوندو ۽ ڪي به ڪري يا سمجهي ڪين سگھندو. ٿيو ته ڪڏهن، اهڙو به اتفاق ٿئي ٿو، ته ڪن ڀين، جادوءَ جهڙين رسمن ادا ڪرڻ ۽ ڀين مخفي تجويزن سان، اهو کوپو يا پردو پاڙهي، اهڙو ڦاٽي پوي ٿو، جو وري ڳنڍجڻ جو نٿو ٿئي، ۽ پوءِ، هو ديوانن وانگي ڪم ڪندو وتي، جيئن لارڊ لٽن جي ”زنوبي“ ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهي. اهڙيءَ حالت ۾، انهيءَ ماڻهوءَ جي نسبت ۾، عام طرح اهو خيال پيدا ٿيندو آهي، ته هن کي، جنُ آهي، يا فقير آهي، يا پرينُ جو مٿس پاچو پيو آهي، وغيره. چوٿون ته ڪو واقفڪار ۽ آزمودگار ماڻهو، اهڙي شخص جو احوال معلوم ڪري، هن تي پنهنجو عمل هلائي ٿو ۽ انهيءَ کي تجويز سان هلائي، انهيءَ کان چڱا ۽ فائدي جهڙا ڪم ڪرائي، هن کي پنهنجي اوزار يا هٿيار وانگي ڪم آڻي ٿو. انهيءَ طرح، اهڙو ”معمول“ انهيءَ ”عامل“ جي معرفت خلق جو مددگار ٿي سگهي ٿو.

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙي قسم جا ماڻهو، ڪهڙن رستن سان، خلق کي مشڪلات ۾، اڻ ڏٺي يا غيبي، مدد ڏئي سگهن ٿا، يا انهن کي فائدو پهچائي سگهن ٿا؟ هاڻي ڏيکاربو ته اها مدد ڪهڙي قسم جي ٿي سگهي ٿي؟ معلوم هجي، ته اهڙا غيبي مددگار جيئرن کي به مدد ڏئي سگهن ٿا ۽ مئن کي به، يعني مئن جي روحن کي. هنن (مئن) کي مثالي يا روحاني عالم ۾ ۽ هنن (جيئرن) کي هن ظاهري جسماني ۽ عالم يا دنيا ۾. سڀ کان سولو قسم يا رستو آهي، ڪنهن بيمار يا دردمند يا مصيبت زدي کي دلجاءِ يا تسلي ڏيڻ ۽ هن سان همدردي ڪري، هن جا ڏک سور گهٽائڻ ۽ هن جي دل کي آرام ڏيڻ. دنيا ۾، اهو وڏو ڪمائتو ڪم آهي، جو انسانيت جو مکيه پاڳو آهي. اهو ڪم اهڙيءَ طرح ڪري ٿو سگهجي، جو جنهن کي، اهڙي ڳجهي مدد ملي ٿي، تنهن کي، انهيءَ جو ڪو به سماءُ ڪونه ٿو، پوي ته ڪنهن ڪيس اهڙي مدد ڏني آهي يا نه؟ يا ڪنهن ڏني آهي؟ ڪڏهن وري، ڪو ماڻهو، ڪنهن مونجهاري جهڙي ڪم يا ڳالهه بابت، خيال ڪري، سمهي پوندو آهي ته انهيءَ کي، خواب ۾ اهڙا غيبي مددگار، انهيءَ مونجهاري مان اڇي ڪيندا آهن ۽ انهيءَ کي، هدايت ڪندا ۽ ڏس يا صلاح مشورت ڏيندا آهن، بلڪ اُهو مسئلو حل

ڪري ڏيندا آهن. ڪو مشڪل حساب هوندو آهي، يا ڪو مشڪل شعر ٺاهڻو هوندو آهي، يا ڪو به پيو مونجهاري جهڙو مسئلو هوندو آهي، جو جاڳندي هو، سمجهي نه سگهندا آهن سو انهيءَ طرح، غيبي مددگار جي روحاني مدد سان، سمجهي ويندا آهن، ۽ پوءِ، انهيءَ تي عمل ڪندا آهن، يا جي گهٽيون ڳالهيون هونديون آهن، ته انهن مان هڪڙي زياده ڪمائتي، چونڊي هٿ ڪندا آهن، جيئن ماڻهو، فالون وجهندا آهن، استخاره ڪندا آهن، يا غيبي مدد گهرندا آهن. اهڙي غيبي مددگار کي اڪثر ”هاتف“ يا ”سروش“ يا خدا جا ملائڪ وغيره سڏيندا آهن. مثلن اهڙا غيبي مددگار، ڪنهن مصنف يا شاعر کي، دل ۾، اهو خيال وجهندا آهن، ته هو هن قسم جي مضمون تي، ڪو ڪتاب يا شعر لکي، ته انهي مان خلق کي عام طرح فائدو رسندو، يا ڪنهن واعظ کي، دل ۾ وجهندا، ته هن قسم جو وعظ ڪري، ته جيئن ماڻهو هدايت تي اچن. نبين ۽ ولين کي، اڪثر، اهڙي مدد، پي ملي آهي ۽ اهڙا مددڪندڙ، اڪثر، خدا جا ملائڪ شمار ڪيا ويندا آهن، جيئن جبرئيل، ميڪائيل وغيره. اهڙي وقت تي، خود، اهڙو مدد ڏنل ماڻهو، حيران ٿي ويندو آهي، ته ڪيئن ههڙو خيال، اوچتو منهنجي دل ۾ آيو، ۽ جيئن ههڙو ڪلام يا شعر يا گفتو، منهنجي

وات مان نڪتو؟ اها خبر نه پونديس، ته ڪنهن جيئري يا مئي روح، خير خواهي ڪري، هن کي مدد ڪئي آهي، ڇا لاءِ، جو اهڙو ڪم، هو پنهنجو فرض ٿو سمجهي، جيئن اڪثر چوڻ ۾ ايندو آهي، ته ڪنهن رستي - منجهيل کي، حضرت خضر، اچي واٽ لائيندو آهي. فلاڻي ماڻهوءَ کي، جهنگ بيابان، ۾ ڪو پير مرد، اچي ڏاڙهيءَ سان گڏيو، جو هن کي رستي تي لائي، پوءِ هڪڙي پاسي هليو ويو. بعضي، اها غيبي مدد، ڪن وڇڙيلن عزيزن، يا سچن دوستن جي آڏي ملائڻ، يا ڪن رٺلن جي پرچائڻ، يا ڪن وڙهيلن ۽ دشمنن جي وچ ۾، صلح پيدا ڪرڻ جي صورت ۾ ڏيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن، خوف جي اتفاقي حالتن ۾، موت يا خرابيءَ کي ٽارڻ، يا ڪن کي، اهڙي وقت، ننڊ مان جاڳائڻ يا ٻيءَ طرح خبردار ڪرڻ لاءِ به، اهڙي مدد ڏيڻ ۾ ايندي آهي. بلڪ حق جي جنگ يا لڙائيءَ ۾، غيبي مدد، غيبي لشڪر يا ٻين وسيلن سان به، ڏيڻ ۾ ايندي آهي. اهڙا مثال به آهن، جن ۾ چيو ويو آهي، ته ملائڪن جي لشڪر ڪنهن حق واري جي طرف، مددگار ٿي، دشمن جي گهڻي لشڪر کي، پڇائي ڪڍيو آهي. عام ڪوسن يا خونريزيءَ يا آسماني آفتن جي اتفاقن وقت به، اهڙيءَ غيبي مدد سان، ڪي خاص ماڻهو، بچايا ويا آهن، جن بابت

اڪثر، حيراني لڳندي آهي، ته الائجي آهي، ڪيئن بچيا؟ سچ آهي، ته بچائي ڏٽي ٿو، پر هن اسباب جي عالم ۾، ضرور، ڪن سببن جي وسيلي، اهڙا نتيجا نڪرندا آهن، جنهنڪري، قدرتي قانونن جي پورائي ٿيندي آهي، پر اهڙي وقت اهي بچندا آهن، جن جي نسبت ۾، قدرت يا حڪمت، يعني تقدير جي اها، خواهش هوندي آهي، ته اهڙي ماڻهوءَ جي بچڻ ڪري، ڪي پيا ضروري ڪم ٿيڻا هوندا آهن، يا جنهن کي ڪن اڳوڻن ڪمن يا سببن ڪري، اهڙي قتل عام يا انبوهه ۾، مرڻو نه آهي ۽ ضرور بچڻو آهي. مٿي ڪن جيئرن ڪاملن يا استادن جي غيبي مدد ۽ خير خواهيءَ يا فيض جي ڪمن ڏانهن، اشارو ڏنو ويو آهي. هاڻي، مئلن يا انهن جي روحن جي مدد جو ذڪر ڪبو. انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ، ضروري آهي ته موت يا مئلن جي حالت بابت، جيڪو عام خيال ۽ ويساهه آهي، سو يڪدفعي وساري ڇڏجي. ڇاڻن گهرجي، ته مئل ماڻهو مئل ناهن، بلڪ جيئرا آهن، نڪي اسان کان پري آهن، نڪي مرڻ ڪري، هڪدم بدلجي ملائڪ يا جن پوت  يا شيطاني ارواح ٿي پيا آهن. اهي، بالڪل اهڙا انسان آهن، جهڙا اڳي هئا، نڪي بهتر، نڪي بدتر. اهي اجا تائين اسان وٽ، ۽ اسان جي ويجهو آهن. اسان جن خيالن خواهشن ۽ دل

جي حالتن جي، هنن کي پوري خبر آهي، بلڪ اڳي
کان به زياده! ائين ناهي ته مئل ماڻهوءَ جي حالت،
جهڙي، هئي اهڙي هميشه رهندي، ۽ هاڻي، انهيءَ
لاءِ اسين، ڪجهه به ڪري نٿا سگهون! بعضي ماڻهن
جو اهو غلط خيال هوندو آهي، ته جيئري، اسين
ڪنهن ماڻهوءَ جي حق ۾ دعا گهري، خير خواهيءَ
جي خيالن سان، هن کي مدد ڪري سگهون ٿا، پر
مئي کان پوءِ، ائين ڪرڻ بيعقلي آهي. پر اها غلط
فهمي ۽ ناداني آهي! حقيقت ڪري، مئل ماڻهوءَ کي
پاڻ، پنهنجن عزيزن، دوستن ۽ خيرخواهن جي دعا،
خيرخواهيءَ ۽ خيالي ڀلائيءَ جي زياده ضرورت ٿي
ٿئي ۽ انهن مان، هن کي زياده فائدو ٿو رسي ۽ هن
کي، يعني هن جي روح کي، گهڻي مدد، ترقي، تسلي
۽ آرام ٿو ملي، جو جيڪر هن دنيا ۾، عنصري يا
خاڪي جسم هئڻ ڪري، ملي نه ٿي سگهيو. هو به
جيئرو آهي، پر مثالي يا روحاني جسم ۾، جنهن ۾ هن
کي، دلي خواهشن ۽ همدرديءَ جي خيالن، جي زياده
خبر ٿي پوي ۽ اثر ٿو ٿئي. انهيءَ ڪري، مذهبي،
اخلاقي ۽ حڪمتي حڪمن موجب، مئل ماڻهوءَ جي
لاءِ، حد کان گهڻو غم ۽ افسوس ڪرڻ، خراب آهي،
جو انهيءَ ڪري، هن کي، زياده ترقي ڪرڻ ۽ آرام
حاصل ڪرڻ ۾ اٽڪ ۽ مشڪلات ٿي ٿئي! مٿن مائٽن

۽ عزيزن دوستن جي، اهڙن ڏک جي خيالن ڪرڻ جي ڪري، مئل عزيز کي، پاڻ زياده بي آرامي ٿئي ٿي.
انهيءَ مان معلوم ٿيندو، ته غيبي مدد جو ضرور، جيئرن کان، مئن کي زياده آهي، تنهنڪري اهڙي مدد، انهن کي، گهڻن ئي رستن سان، ڏئي ٿي سگهجي.
پهرين ته ماڻهوءَ جي مرڻ ڪري، يعني هن دنيا مان نڪرڻ ڪري، هو روحاني دنيا يا عالم ارواح ۾، داخل ٿئي ٿو، يا جمي ٿو، تنهنڪري هو، اتي جو بالڪل غير واقف ۽ نئون آهي. انهن کي، اتي جو احوال جو سمجهائڻ ۽ ضروري فهمائش ڏيڻ، اهڙو ضروري ڪم آهي، جهڙو هن دنيا ۾، ٻارن کي، هتي جي گهڻين ڳالهين بابت تعليم ڏيڻي ٿي پوي. انهيءَ کان سواءِ اهڙي واقفيت، هنن کي پاڻيهي، گهڻيءَ مدت آزمودي ۽ تجربي کان پوءِ حاصل ٿي ٿئي، تنهنڪري هن دنيا ۾ ماڻهوءَ کي، آخرت يا روحاني عالم بابت يا موت کان پوءِ جي حالت بابت ٿوري گهڻي تعليم ضرور ملڻ گهرجي، جنهنڪري هن کي، مرڻ کان، پوءِ مشڪلات گهٽ ٿي ٿئي چالاءِ جو هن کي، عالم ارواح جي، اڳئي خبر آهي، پر انهيءَ جي بدران، جيڪڏهن هن کي، موت، سڪرات، قبر جي تنگيءَ ۽ پيڙ، خوفناڪ ملائڪن جي پڇاڻي ۽ دوزخ

جي باهه يا دريءَ وغيره جا ڏيپ، دل تي ويٺل هوندا، ته هن جي حالت پاڻ خراب ٿيندي. هتي دنيا ۾، اهڙن ڏپن جو اثر ماڻهوءَ تي خراب ٿو ٿئي ۽ ڪيس ترقي ڪرڻ ۽ بهتر انسان ٿيڻ کان روڪي ٿو. اڪثر ماڻهن کي اهو، ويساهه ڏنو ويندو آهي، ته جيڪڏهن ماڻهو نهايت نيڪ ۽ ملائڪن جهڙو ٿي دنيا ۾ نه گذاريندو، ته هن جهان ۾، يعني عالم مثال يا برزخ ۾، خراب حال ۾ رهندو، عذاب کائيندو ۽ ڪو به ڇوٽڪارو ڪونه ٿيندس، تنهنڪري، اڪثر ماڻهو، اهڙين خوفناڪ وعظن ٻڌڻ ڪري، بي آرام، نااميد ۽ فڪرمند رهن ٿا ۽ انهيءَ کان زياده، مرڻ کان پوءِ رهن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾، غيبي مددگار، اهڙن غير واقفن ۽ ڏڄڻن ماڻهن جي روحن، کي تعليم ڏئي حقيقت ٻڌائي، واقف ڪن ٿا. اهڙيءَ تعليم لاءِ، اهڙن ماڻهن جي حالت ۾، هنن کي، زياده وقت لڳي ٿو ۽ زياده مشڪلات ٿي ٿئي.

ڪي اهڙا ماڻهو به آهن، جي عالم برزخ يا روحاني عالم ۾ اچڻ شرط پنهنجي سچي حالت ڏسن ٿا، ۽ شرمندا ۽ پشيمان ٿين ٿا. هن دنيا وانگي، اتي ڍونگ، ڪوڙ ۽ مڪر نٿو هلي! جهڙو ماڻهو، سچ پچ، برو يا ڀلو آهي، اهڙو صاف صاف ڏسجي ٿو. اهڙن پشيمان ٿيندڙن کي، غيبي مددگار اچيو ٿا رسن ۽ انهن کي

سڌارڻ جي ڪن ٿا ۽ انهن کي دڙ دلاسا ڏيئي سمجھائين ٿا، ته زياده پشيماني اجائي آهي، جيڪي گذريو سو گذريو، آئندي جي لاءِ هو، بهتر ٿيڻ جي ڪوشش ڪن. ڪن کي ته هن دنيا جي، ايتري محبت، اجا به آهي، جو اتي به سندن سارو خيال هن دنيا ڏي آهي، ۽ جڏهن اها دولت وغيره ڏسن ٿا، پر ڪم ۾ آڻي نٿا سگهن، يا شهوتي ۽ زناڪار هئڻ ڪري ، اوڏي ٿا تانگهين پر پنهنجي نفساني خواهش پوري ڪري نٿا سگهن، تڏهن زياده عذاب کائين ٿا. مطلب ته اهڙا ماڻهو يا روح پوءِ به زمين کي چهٽيا پيا آهن ۽ انهيءَ جي آس پاس، رلندا ۽ واجهائيندا وتن. جيڪي ڏوهه ڪيا اٿن، تن جي ڳڻتي ۾ ٿا رهن. جيڪي سندن مرادون ۽ ارادا اڻ پورا رهجي ويا آهن، يا جيڪي ضروري فرض، هنن کان رهجي ويا آهن، تن لاءِ افسوس ڪن ٿا، يا ٻارن ٻچن، عزيزن خويشن وغيره، جن سان حد کان زياده پيار هون، تن کي خراب حالت ۾ ڏسي غم ۽ ارمان ٿا ڪن. اهڙن ماڻهن کي، حقيقت سمجھائڻ، صلاح مشورت ڏيڻ، نصيحت ڪرڻ ۽ فهمائش ڏيڻ جو ضرور ٿئي ٿو. اها، مدد، اهي غيبي مددگار، هنن کي، ڏين ٿا. بلڪ، انهن کي خوش ڪرڻ، تسلي ڏيڻ ۽ انهن جي انتظار ۽ ڳڻتيءَ لاهڻ جي لاءِ، هن دنيا ۾ به، سندن ڪم ڪن ٿا.

انهيءَ طرح، ڪن ماڻهن جي اوچتي مرڻ ڪري، جيڪي خرابيون ۽ نقصان ٿين ٿا، ۽ جن نامڪمل ڪمن ڪارين جي لاءِ، مئل ماڻهوءَ جو روح اوڏانهن تانگهي ٿو، سي هو، پوريءَ طرح ڪن ٿا، جنهنڪري هو، آزاد ٿي، روحاني عالم ۾، آرام وٺي، پنهنجي ترقيءَ جي ڪم ۾، مشغول رهي ٿو ۽ درجي ۾ چڙهڻ لڳي ٿو.
ڪي اهڙا به ماڻهو آهن، جي هن دنيا ۾ بدمعاش ۽ بدچال هئا ۽ هن روحاني عالم ۾ وڃڻ کان پوءِ، پشيمان به نٿا ٿين، بلڪ اتي به، اُهي ساڳيا خيال ساڻن شامل آهن ۽ اُهي ساڳيا شيطاني ڪم، ڪن ٿا. اهڙا شيطاني روح، گهٽيون ئي خرابيون ڪن ٿا، ۽ پاڻ جهڙن، جيئرن ماڻهن کي، خونن، چورين، بدمعاشين، فسادن ۽ خرابين ڪرڻ جا خيال، دل ۾ وجهن ٿا ۽ انهن کان، اُهي ڪم ڪرائن ٿا ۽ انهيءَ ڪري هو، خوش ٿين ٿا. خود اهڙن ماڻهن، يا انهن جي روحن کي، سڌاري بهتر ڪرڻ جو ڪم به، انهن غيبي مددگارن جي حوالي آهي ۽ اهي ڪن ٿا.
ڪي ماڻهو اهو اعتراض ٿا، اثارين ته اهي سڀ سڪٽيون ڳالهيون آهن! ڪيئن اسان کي خاطري ٿئي، ته اهي سچيون آهن؟ جڏهن اسين، پنهنجين اکين سان ڏسون، تڏهن وسهون! اهڙن ماڻهن سان، حجت دليل

ڪرڻ اجايو آهي. ڪيترائي علم ۽ حڪمت جا عجيب ۽ غريب، سچا نڪتا، جن جي عالمن، حڪيمن ۽ فيلسوفن کي، پوري خبر آهي، پر عام جاهل ۽ بي علم ماڻهو، اُهي معلوم ڪري نٿا سگهن. اهڙن ماڻهن جي اعتراض جو، هيءُ جواب آهي ته ڪيترائي عقل، حڪمت ۽ آزمودي وارا ماڻهو آهن جي اهي ڳالهيون ڏسين ٿا ۽ جن ڏٺيون به آهن! جي اوهين نٿا وسهو ته خوشي اوهان جي! هڪڙو مادرزاد انڌو، رنگن ۽ نقشن وغيره جي لذت کان، انڪاري ٿيندو ۽ چوندو ته اوهين جيڪي چئو ٿا، سو مون کي وسهڻ ۾ نٿو اچي، جو آئون اُهي، شيون نٿو ڏسان! اهڙي ماڻهوءَ جو جواب اهو آهي، ته جيڪي ماڻهو ڏسن ٿا، سي ته وسهن ٿا! جي تون نٿو ڏسين ۽ نٿو وسهين، ته پنهنجيءَ قسمت کي چؤ! اهو تنهنجو ڏوهه آهي، نه پين جو!

اهڙن مئلن ماڻهن جي روحن کي، عالم ارواح ۾، جيڪا اهڙي قسم جي تعليم فهمائش ۽ هدايت ملي ٿي، سا هنن جي وجود ۾، چمندي وجي ۽ هو، شرير ارواحن مان بدلجي نيڪ ارواح بنجن ٿا ۽ انهيءَ عالم ۾ چڱيءَ صحبت ۾ گذارڻ لڳن ٿا. جڏهن وري کين، مئن مان جيئري ٿي اٿڻ جو موقعو ملندو، تڏهن هو بهتر، روح معلوم ٿيندا ۽ بهتر درجي تي رهڻ لڳندا.

انهيءَ طرح ڏسڻ ۾، ايندو ته مئلن کي غيبي مددگارن جي معرفت چڱي تعليم ملي سگهي ٿي جنهن جو اثر، هو پاڻ سان رکن ٿا ۽ انهن جي اثر کان، سندن مثالي يا روحاني جسم، بهتر شڪل ۽ وڻندڙ رنگ ۽ حالت وٺن ٿا، جن جي ڏسڻ سان آزمودگار ماڻهو، هڪدم، هنن جي بهتر حالت ۽ طبيعت معلوم ڪري سگهن ٿا. انهيءَ بابت، زياده بيان ڪرڻ جو هتي ضرور ڪونهي. خاص ڪتابن مان، اهو سڀ احوال، پڙهندڙن کي معلوم ٿي سگهندو. پر ايترو ثابت آهي، ته مئي کان پوءِ به ماڻهو سست نٿو رهي، پر چالاڪي، محنت ۽ ڪشالو ڪري ڪمائتو ٿي سگهي ٿو، جيئن هن دنيا ۾ ٿئي ٿو. ننڊ جا موت جي پيڻ سڏبي آهي، سا انهيءَ نموني جي هڪڙي حالت آهي جنهن ۾ ٿوري وقت لاءِ ماڻهوءَ جو روح، بدن جي بند کان آزاد ٿي، عالم ارواح ۾ گهمي ڦري سگهي ٿو، تنهن ۾ به ماڻهو، سست ۽ بيهوش رهڻ جي بدران، ڪن حالتن ۾ چست ۽ هوشناڪ رهي سگهي ٿو. اها خدا تعالى جي قدرت ۽ حڪمت جي، هڪڙي وڏي نشاني آهي، جو ماڻهوءَ جي حياتيءَ جو ٽيو حصو، جو ننڊ ۾ گذري ٿو سو به ڪمائتو ٿي سگهي ٿو، ۽ اجايو نٿو وڃي، بلڪ گهڻن ماڻهن جي ننڊ، سجاڳيءَ واريءَ

حالت کان به بهتر آهي، جيئن شاهه ڀٽائي صاحب ٿو فرمائي ته:

”سي ستائي سونهن، ننڊ عبادت جن جي“

ليڪن، اهڙيءَ ڪماليت لاءِ، ڪي ضروري شرط آهن - پهريون هيءُ، ته اهڙو ماڻهو، هڪ طرفو خيال يا ڌيان رکندڙ هجي ۽ هميشه پاڻ کي وساري، ٻين جي خير جي ڳڻتي رکندڙ هجي، ۽ انهيءَ کي، پنهنجو مقدم فرض سمجهندو هجي ۽ انهيءَ ۾ محو رهندو هجي، جيئن ”فنا في الله“ جي حالت چوندا آهن. ٻيو هيءُ، ته اهڙي ماڻهوءَ کي، پنهنجي نفس، پنهنجيءَ طبيعت، پنهنجي جسم ۽ ان جي عضون ۽ خواهشن ۽ جذبن تي پورو عمل هجي. ڪاوڙ، ٻپ، وير، دشمنيءَ يا طمع وغيره تي، هميشه غالب هجي، ۽ ڪهڙي به سبب جي ڪري، سندس طبيعت برگشتي نه ٿيندڙ هجي. بلڪ تحمل، وارو بردبار، صابر ۽ شاڪر هجي. ٽيو هيءُ، ته هميشه خوش طبع، ماٺ ۽ آرام وارو ۽ گنڀير هجي، ۽ ڪڏهن به نا اميد، ملول يا خفي نه ٿيندو هجي. جي اهڙو نه هوندو، ته ٻين کي ڪيئن تسلي ڏئي، خوش ۽ راضي رکي سگهندو؟ چوٿون هيءُ، ته انهيءَ کي، اهو باطني علم، پورو حاصل هجي، ۽ هن دنيا ۾ ئي، سڀ حقيقتون، هن جانچ ۽ آزمودو ڪري معلوم ڪيون هجن، جنهنڪري

عالم ارواح ۾ اهڙي تعليم جي حاصل ڪرڻ ۾ اجايو وقت نه وڃائي. پنجون هيءُ هو ته بلڪل خود فراموش هجي ۽ منجهس ڪنهن به قسم جي خود پسندي يا خودغرضي نه هجي ۽ پنهنجي ڪم يا فرض جي زياده ڳڻتي هجيس، پوءِ اهو ڪهڙو به ڪرهت جهڙو يا ظاهري، ناپسنديءَ جهڙو هجي! ڇهون هيءَ ته هن جي دل، محبت، رحم ۽ همدرديءَ سان پريل هجي، ۽ پاڻ جهڙن انسان جي، خدمت چاڪري ڪرڻ جو شوق هجيس، جنهن مان هن کي، ڌڻي تعالى جي محبت حاصل ٿي ٿئي، جنهن جي لذت ۽ خوشي سمجهه کان ٻاهر آهي!
اُها حالت، اُها منزل ۽ اُهو درجو حاصل ڪرڻ، ڪو ناممڪن ناهي! سڀڪو انسان، اُهو حاصل ڪري سگهي ٿو. سگهو چرڪو، اُهو نيث حاصل ٿئي ٿو ۽ انهيءَ جي لاءِ، وقت ۽ محنت سڃائي ڪم اچي ٿي، ۽ کپي ٿي. جيڪڏهن اهو درجو، جلد حاصل نه ٿئي ته ماڻهوءَ کي نا اميد يا دلشڪستو ٿيڻ نه گهرجي. پڪي ارادي، سان اڻ ورچ ٿي، لڳڻ گهرجي ۽ وسعت آهر انهيءَ قسم جو، ٿورو گهڻو ڪم ورزش لاءِ ڪندو رهجي. جيئرن ۾، توڙي مئن ۾، اهڙي ڏک يا مصيبت جي ڪا حالت، ضرور نظر ايندي، جنهن ۾ همدردي يا مدد جو ضرور ٿئي ٿو. انهيءَ بابت فرصت جي

وقت يا سمهڻ کان اڳي ويچار پيو ڪجي، ته ڪهڙيءَ طرح، اهڙي مدد ڏجي، پوءِ پڪ آهي ته سمهڻ کان پوءِ به، تنهنجو روح، جڏهن بدن جي بند مان وقتي آزاديءَ جي حالت ۾ آهي، تڏهن اهڙي مدد، روحاني عالم ۾ به ڏيئي سگهي ٿو. اگرچه انهيءَ بابت تون خواب يا سپنو به نه ڏسندين يا تو کي بالڪل ياد به نه پوندو، پر يقين ڄاڻ ته، تنهنجو اهڙو پڪو ارادو ۽ چڱي نيت، اجائي نٿي وڃي. ڪٿي نه ڪٿي، ڪو نه ڪو ڪم يا ڀلائي پئي ڪري. انهيءَ جي ثابتي، سگهو. چرڪو ڪنهن ڏينهن پاڻهي، تو کي ملندي. ياد رکڻ گهرجي ته جيڪو، ٻئي کي مدد ڪري ٿو، تنهن کي ٻيا به مدد ڪرڻ لاءِ، هميشه تيار رهن ٿا. انسان، ڪهڙي به نيچ يا مٿانهين درجي جا هوندا، ته به هو پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن ۽ ڄڻ ته هڪڙي جسم جا عضوا آهن ۽ هڪٻئي جي مدد لاءِ ٻڌل آهن. جيتوڻيڪ اسين، هاڻي انهيءَ قدرتي روحاني ڏاڪڻ جي، هيٺين ڏاڪن تي بيٺل آهيون، ته به اها ڏاڪڻ، آسمان تائين رکيل آهي ۽ اسين درجي بدرجي، انهن ڏاڪن کان مٿين ڏاڪن تي چڙهي، عرش تائين وڃي سگهون ٿا ۽ خدائي نور جي تجليءَ کي ڏسي سگهون ٿا ۽ خدا تعالى جو لقاءُ ڏسي، واصل بالله ٿي سگهون ٿا.

# ضميمو

تصوف جا ڪي منتخب اصول مٿئين مضمون سان مقابلي لاءِ، هيٺ ڏجن ٿا:
جيڪو ماڻهو، تصوف يا سلوڪ، جو باطني يا حقيقي علم، معلوم ڪرڻ گهرندو آهي ۽ ڪنهن استاد يا مرشد جو شاگرد يا مريد ٿيندو آهي، تنهن کي ”سالڪ“ يا ”طالب“ چوندا آهن. ”سالڪ“ لفظ جي معنى پنڌ ڪندڙ يا مسافر يا زيارتي آهي، ۽ ”طالب“ جي معنى، ڳولهيندڙ آهي. سالڪ، چڙهي وڃي اوليائن جي درجي کي پهچندا آهن، جن مان ڪي خاص آهن ته ڪي عام، اُنهن مان به ڪي دنيا ڏي موٽن ٿا ۽ دنيائي ڪمن ڪارين ۾، خدا جي خلق جي رهنمائي ۽ مددگاري ڪن ٿا، ته ڪي اصل نٿا موٽن ۽ دنيا سان، سڀ واسطو ٽوڙيو ڇڏين. هڪڙا فقط سلوڪ تي ٿا هلن، پين کي، باطني جذبو ٿو رهي ۽

ديوانن وانگر معلوم ٿين ٿا. انهيءَ طرح ڪي سالڪ محض آهن، ۽ ڪي سالڪ مجذوب، ته ڪي مجذوب، سالڪ آهن. اوليائن ۽ نبين کان هيٺ، ۽ انهن جا فرمانبردار رهن ٿا ۽ انهن جي شريعت موجب، عام خلق کي هدايت ۽ مدد ڪن ٿا. انهيءَ طرح ”سالڪ“ شريعت تي هلي، طريقت مان لنگهي، معرفت يا حقيقت جي منزل تائين پهچن ٿا. ”شريعت“ آهي، خدا ۽ رسول جي حڪمن تي هلڻ، ”طريقت“ آهي، پنهنجا اخلاق سڌارڻ، ۽ ”معرفت“ ۽ ”حقيقت“ آهي، پاڻ کي ۽ خدا کي سڃاڻڻ ۽ انهيءَ سان واصل ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ. انهيءَ نظر تي سلوڪ موجب چار مقام يا عالم آهن: پهريون ظاهري دنيائي جسماني عالم، جنهن کي ”عالم شهادت“ يا ”عالم بيداري“ يا ”ناسوت“ سڏيندا آهن، ٻيو باطني يا روحاني عالم جنهن کي ”عالم ارواح” يا ”عالم غيب” يا ”عالم خواب“ يا ”عالم مثال“ يا ”عالم برزخ“ يا ”عالم لطيف“ يا ”ملڪوت“ چوندا آهن، ٽيون آرام ۽ سڪون جو عالم، جنهن کي ”عالم آرام“ يا ”عالم بي نفس“ يا ”جبروت“ سڏيندا آهن، ۽ چوٿون بي نشان عالم، جنهن کي ”عالم مطلق“ يا ”عالم ذات“ يا ”عالم نيرنگ“ يا ”لاهوت“ ۽ ”لامڪان“ سڏيندا آهن. اهي سڀ عالم، هتي موجود آهن ۽ هڪٻئي ۾ پيل يا سمايل

آهن، چوٿون يا پونيون عالم، پهرين ٽن عالمن ۾ ائين سمايل آهي جيئن بدن ۾ ساهه! اهو چڻ، درياهه يا سمنڊ آهي ۽ ٻيا انهيءَ جون شاخون يا لهرون آهن، ڪي صوفي مڙيئي نوعالم ٿا چون ۽ ”لاهوت“ کان مٿي ”باهوت“ - ”هاهوت“ - ”سياهوت“ - ”مقام محمود“ ۽ ”نصيرا“ شمار ڪندا آهن.
تصوف موجب، خدا تعالى جي حڪم موجب، هن دنيا جي هلائڻ، سنڀالڻ، مدد ڪرڻ ۽ ترقي ڏيارڻ لاءِ، اوليائن جي هڪڙي مجلس، جماعت يا ڪميٽي مقرر ٿيل آهي جنهن کي ”ملاءُ الاعلى“ چوندا آهن. انهن ۾ جيئرا اولياءَ ۽ مئلن جا ارواح يا ملائڪ به شامل سمجهندا آهن. منجهائن ڪي، ظاهر ٿي، خلق جي هدايت ۽ مددگاري ڪندا وتن ته ڪي باطن يا غيب ۾، اهي خدمتون بجا آڻيندا وتن. انهن ڪامل انسانن يا اوليائن جي جماعت جو بندوبست، قيامت تائين قائم رهندو ايندو ۽ جي اهڙو بندوبست يا انتظام نه هجي، ته هوند دنيا هلي نه سگهي. جيڪي دنيا ۾ ٿئي ٿو، سو سڀ انهن جي ئي معرفت! ساري عالم جو مدار انهن تي ئي آهي. انهيءَ جماعت جو هڪڙو مهندار يا مير مجلس يا صدر يا پريزيڊنٽ آهي، جنهن کي ”قطب الاقطاب“ چون ٿا. انهيءَ جا ٻيا لقب يا نالا، هي آهن: قطب الارشاد، قطب عالم، صاحب زمان ۽ عبدالله.

انهيءَ جي هيٺان، وري به ٻيا نائب ڪم ڪن ٿا، جي
چڙ ته وائس پريزيڊنٽ يا نائب صدر آهن، جيئن
هڪڙي بادشاهه جا، ٻه وزير هجن - هڪڙو سڄي
هٺ وارو ته ٻيو کٻي هٺ وارو- پهرئين کي، هن دنيا
يا هيٺئين عالم جو ڪم ڪار حوالي ڪيل آهي، جنهن
کي ’’سفليات‘‘ چون ٿا. انهيءَ جو لقب، ’’عبدالرحمان‘‘
يا ’’عبدالرب‘‘ آهي، ٻيو، جو کٻي پاسي آهي، جنهن
جو حوالي مٿانهان عالم يا علويات آهن، انهيءَ جو
لقب ’’عبدالصمد‘‘ آهي. انهن ٻن کان سواءِ ۽ انهن کان
هيٺئين درجي ۾، ست ميمبر، انهيءَ ڪاميٽيءَ جا
آهن، جن کي ’’ست قطب‘‘ به چوندا آهن ۽ انهن کي
’’ابدال‘‘ به سڏيندا آهن. انهن کان سواءِ، مجلس کان
ٻاهر، دنيا ۾، ڪي ڪامل انسان يا اولياءَ به آهن، جي
پنهنجي خوشيءَ سان، انهيءَ ساڳي ڪم ۾ رڌل آهن،
۽ ’’قطب الاقطاب‘‘ جو حڪم مڃي، آنرري يا
اعزازي طور ڪم ڪندا ٿا وتن. انهن کي ’’افراد‘‘
چوندا آهن. انهن مان به، هڪڙو وڏو يا مقام هوندو
آهي، جنهن کي ’’فردالافراد‘‘ چوندا آهن. اُهي سڀ
بزرگ، خلق ۾ لڪا وتن ۽ پاڻ کي سڃاڻائيندا نه آهن.
اُهي جدا ڪاتن ۾، ڪم ڪندا وتن ۽ جدا جدا درجن تي
آهن. انهن فردن جو تعداد هميشه اڪي هوندو آهي،
يعني ٽي، پنج يا ست. ’’قطب‘‘ کي ’’غوث‘‘ به سڏيندا

آهن، جنهن جي معنیٰ آهي فرياد ٻڌندڙ. مطلب ته اوليائن جي، پهرين خاص مجلس يا جماعت آهي ۽ ٻي عام، جيئن پارليامينٽ جا ٻه پاڱا هوندا آهن - هائوس آف لارڊس ۽ هائوس آف ڪامنس - سڀئي اولياءَ يا انهيءَ غيبي مجلس  يا پارلمنٽ جا ٽي (3) سؤ ميمبر آهن. جن کي ”اخيار“ يا ”ابرار“ چوندا آهن، يعني خدا جا نيڪ يا صالح ٻانها. انهن مان چاليهن کي، ”ابدال“ چون، چئن کي ”اوتاد“، ٽن کي ”نقيب“ يا ”نقبا“ ۽ فقط هڪڙي کي ”قطب“ يا ”غوث“. اهي چار ”اوتاد“ جهان جي چئني پاسي مقرر آهن. ”اوتاد“ جي معنیٰ آهي ميخون يا ڪلا. چاليهن ابدالن کي ”نجيب“ يا ”نجبا“ چوندا آهن، جي غيب جي ماڻهن مان آهن، جن کي ”رجاءُ الغيب“ به چوندا آهن. قطبن ۾، چار پيغمبر يا انهن جا روح به آهن. جي اڃا حيات آهن، جن کي ”ارڪان“ چون ٿا، ۽ انهن جا نالا هي آهن: حضرت خضر، حضرت الياس، حضرت عيسیٰ، ۽ حضرت ادريس. منجهانئن پهريان ٻه، زمين تي آهن - هڪڙو سُڪيءَ تي، ۽ ٻيو پاڻيءَ ۾- ۽ پويان ٻه آسمان تي آهن. انهيءَ مجلس جي ميمبرن مان، جيڪي جيئرا آهن، تن مان، جڏهن ڪو ڪامل انسان، مري ٿو، تڏهن انهيءَ جي جاءِ تي، ٻيو مقرر ڪرڻ ۾ اچي ٿو ۽ اهڙيءَ ريت، دنيا ۾، ڪڏهن به

ڪنهن جي جاءِ، خالي نٿي رهي. انهيءَ طرح، دنيا يا عالم جو انتظام يا چرخو هلندو هلي.
هر ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻه جسم آهن - هڪڙو جسم ”عنصري“، جو ڪثيف ماده مان جڙيل آهي ۽ ٻيو جسم ”مثالي“ جو لطيف ماده مان جڙيل آهي، جيڪي هن ۾ آهي، انهيءَ جو نظير يا مثال، هن ۾ آهي. هڪڙو، عالم عنصريءَ جي ڪم لاءِ آهي، ته ٻيو، عالم مثال لاءِ، جنهن کي ”برزخ“ به چون، ۽ جنهن جسم ۾، ماڻهوءَ جو روح، مئي کان پوءِ رهي ٿو، جيسين وري جيئرو ٿي، وري عنصري جسم وٺي اُٿي ۽ اهو وقت ”حشر“ يا ”قيامت جو ڏينهن“ سڏجي ٿو، يعني وري جيئرو ٿي اٿڻ جو ڏينهن. جيڪو ماڻهو، هن دنيا ۾ ڄمي ٿو، تنهن سان، هڪڙو ٻيو به جهڙس غيبي روح يا جسم ساڻ رهي ٿو، جنهن کي ”همزاد“ سڏيندا آهن، يعني هڪ ئي وقت يا گڏ ڄاول. گهڻن کي، اهڙي روحاني طاقت، عمل ۾ هوندي آهي، جو هو پنهنجي ”همزاد“ کان، دنيائي ڪم به ڪرائيندا آهن ۽ انهيءَ تي عامل ۽ غالب رهندا آهن. بعضي انهيءَ ”همزاد“ کي، هڪڙو ”جنُ“ يا ”روح“ به سمجهندا آهن.

# [4]
# عالمگير مذهب*

دنيا ۾، قديم وقت کان، گهڻائي مذهب هليا آهن، پر سوال آهي، ته ڪڏهن به ساري دنيا ۾، هڪڙي ئي، ساڳئي مذهب هئڻ جو امڪان آهي يا نه؟ في الحال ته جدا جدا مذهبن جي وچ ۾، بلڪ هڪڙيئي مذهب جي جدا جدا فرقن ۾، جنگ جهيڙو لڳوئي پيو آهي. سوال آهي ته انهن جي وچ ۾، صلح ٺيڻ ۽ سڀني جو گڏجي، سلوڪ ۾ رهڻ جو، ڪڏهن ڪو امڪان آهي يا نه؟ انهيءَ بابت، هيٺ ويچار ڪرڻ ۾ ايندو.
تاريخن پڙهڻ مان، گذريل ٻن هزارن ورهن جي احوال مان معلوم ٿيندو، ته اڳي، مذهب، قوميت تي منحصر رهندا هئا. هر هڪ قوم جو، هڪڙو ساڳيو مذهب هوندو هو ۽ هرڪا قوم، انهيءَ مذهب جي پٺيان، سچاپندي هئي. هندوستان جي ماڻهن جو، هندڪو ڌرم هوندو هو، ايرانين جو زردشتي مذهب، يونان، روم ۽ مصر وغيره ملڪن مان، هر هڪ جو، پنهنجو پنهنجو، قومي مذهب هوندو، تڏهن به سڀئي، هڪبئي سان، سلوڪ ۾ رهندا هئا ۽ سندن وچ ۾،

جنگ جهيڙو ڪونه هو، جيڪڏهن ڪو هو، ته ملڪي ڳالهين جي ڪري، ۽ نه مذهبي ڳالهين جي ڪري. اهڙين ڳالهين ۾ قوميت، ملڪي حڪومت ۽ مدبري، مقدم سمجهي ويندي هئي. قديم وقت ۾، هڪڙي مذهب وارن کي، اهڙو شوق يا انتظار نه رهندو هو، ته ٻين مذهبن وارن کي، ڪوشش ڪري، ڦيرائي، پنهنجي مذهب تي آڻين ۽ پنهنجي قوم ۾ داخل ڪن، جيئن هاڻي، ڪوشش ڪئي ٿي وڃي. انهيءَ قسم جي ڪوشش ۽ قوميت يا ملڪ ۽ مذهب جي جدا ٿيڻ جو رستو، عيسائي مذهب جي انگلنڊ واري تفرقي کان شروع ٿيو، جنهن کي ”مذهبي سڌارو“ ٿا چون. جڏهن انگلنڊ جي بادشاهه، مذهب ۽ ملڪي انتظام کي گڏي چڙهيو ۽ پاڻ، ملڪ توڙي مذهب جو مهندار شمار ۾ اچڻ لڳو، تڏهن عيسائي مذهب جي مختلف فرقن جي وچ ۾ جدائي، نفاق، جهيڙو، جنگ ۽ خونريزي شروع ٿي ۽ پوءِ، صليب ۽ هلال، يعني عيسائي ۽ مسلمانن جي وچ ۾، جنگيون به شروع ٿيون. ساڳيءَ طرح، خود اسلام ۾ به، جدا جدا فرقن - سنين ۽ شيعن وغيره - جون جنگيون ۽ ڪوس به ٿيڻ لڳا.
پهرين هندستان وٺو، جنهن جو مذهب تمام قديم آهي. سڀ هندستان جا ماڻهو، اڳي، هندڪي ڌرم ۾ هئا- جهڙو راجا، تهڙي پرجا - پهرين، ڌرم مقدم هو، ۽

ضرور هو، ته سپ، چئني ويدن تي اعتقاد رکن ۽ انهن جي حڪمن تي هلن ۽ انهن کي تعظيم ڏين، مگر سپني کي اها آزادي هئي، ته ويدن جي عبارت، اصطلاح ۽ فلسفه جون، پنهنجي عقل ۽ فهم موجب، جدا جدا معنائون ۽ تفسير، پلي ڪين ۽ ٻڌائين، مگر جيڪي هندڪا ڌرمي اصول، قومي رواج ۽ رسمون، مقرر ۽ جاري هيون، تن تي پوري تعميل ڪندڙ هجن. ٻين دنيا جي وڏن وڏن ملڪن ۽ مذهبن ڏي نظر ڪبي، ته قريب، اهڙو ئي حال معلوم ٿيندو. روم جي شهنشاهت وارو، سڌريل زمانو هو. عيسائي مذهب وارا ملڪ به، ان جي اندر داخل هئا. اگرچه، سلطنت ۽ حڪمراني، رومن ماڻهن جي هٿن ۾ هئي، تڏهن به عيسائي مذهب، پنهنجي آڳوڻيءَ طرز تي پيو هلندو هو، ۽ انهيءَ ۾، ٻي ڪا به دست اندازي، ڪرڻ ۾ ڪانه ايندي هئي، سواءِ ملڪي انتظام، حڪومت ۽ محصول وغيره جي. جڏهن عيسائي ماڻهو، سرڪاري حڪم جي برخلاف، نافرمان ٿيڻ لڳا، تڏهن رومي ماڻهو، انهن سان وڙهڻ لڳا، نه مذهب جي ڪري، پر ملڪي يا سرڪاري حڪمن جي انحرافيءَ ڪرڻ ڪري. ٻين ملڪن ۽ مذهبن جو به، قريب، اهڙو ساڳيو حاصل هوندو هو.

جن عالمن کي، قديم ملڪن ۽ مذهبن جي ڪتابن پڙهڻ جو شوق آهي، تن معلوم ڪيو آهي، ته اگرچه، دنيا ۾ گهڻا قومي مذهب هئا ۽ اجا به آهن، تڏهن به ڪي اصول، انهن ۾ اهڙا آهن، جي قريب، هڪ جهڙا آهن، جن سڀني جي تعليم، معنى ۾ ساڳي چئبي، ليڪن عبارت يا حرفن ۾، منجهن ٿورو فرق هوندو. انهن جي مقابلي ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته اگرچه، سڀئي اصولي ڳالهيون سچيون آهن، مگر سڀئي، هڪڙيئي مذهب م موجود به نه هونديون. هر هڪ مذهب ۾، خاص هڪڙي اصولي ڳالهه مقدم ۽ خاص سمجهيل آهي. هر هڪ جي خاصيت، چڱي ۽ ضروري معلوم پئي ٿئي. جڏهن اهي سڀ خاصيتون، گڏ رکجن ٿيون، تڏهن اُهي سڀ گڏجي، موافق ۽ دلپسند معلوم ٿين ٿيون، نه مخالف، جيئن جدا جدا درجي جي آوازن گڏڻ مان، مٺو راڳ يا سرود پيدا ٿئي ٿو. مثال طور، هندن جي مذهب بابت، ڊاڪٽر ملر، مشهور مشرقي علم ڄاڻندڙ، عيسائي مذهب جو يورپين عالم چوي ٿو ته ”هندن جي ڌرم مان، دنيا کي، خاص هيءَ حقيقت حاصل ٿي آهي، ته خدا تعالى، روح ڪل آهي، ۽ ساري عالم جي حياتي، هڪڙي يڪي آهي، ۽ انسان ذات، هڪڙي وڏي برادري آهي.“ ساڳيءَ طرح، ايراني يا پارسي قوم جي

زردشتي مذهب مان، هيءَ مذهبي خاصيت، يا خاص
اصول معلوم ٿئي ٿو، ته خدا، پاڪ آهي، هو، پاڪائي
۽ صفائي پسند ٿو ڪري ۽ سڀ ڪنهن انسان کي،
چڱا ۽ پاڪ خيال ۽ قول رکڻ گهرجن ۽ ساڳئي وقت،
چڱا ڪم ڪرڻ گهرجن، ۽ دنيا جي چئني عنصرن -
مٽي، پاڻي، هوا ۽ باهه - کي به، صاف ۽ پاڪ رکڻ
گهرجي، نه ته ماڻهوءَ جي حياتي، پليد ۽ گندي ٿيندي.
هاڻي، اچو مصر جي قديم مذهبن ۽ ان جي پوئلڳن
تي. انهن جو خاص مذهبي اصول هيءُ هو، ته علم ۽
حڪمت ، يعني سائنس، انسان لاءِ ضروري آهي.
عالم ۾، توڙي خود انسان ۾، عجب اسرار رکيل آهن،
جن جي حقيقي هستي، مٿي روحاني يا آسماني عالم ۾
آهي، پر هيٺ، هن دنيا ۾، فقط ان جو پاڇو آهي. مصر
کان لنگهي، يونان ۾ اچو، جي هڪبئي کان، گهٽو پري
به نه آهن. يونان ۾، وري، خوبصورتيءَ، يعني حسن
۽ جمال جي نسبت ۾، خاص مذهبي اصول، شمار
ڪرڻ ۾ ايندو هو. خدا، پاڻ چڱو ۽ سهڻو آهي، ۽ هو،
سونهن کي، هر صورت ۾، پسند ٿو ڪري. انهيءَ
ڪري يوناني ماڻهو، علمن ۽ هنرن ۾، سونهن جي
ڪماليت حاصل ڪرڻ لڳا - چا عمارت سازيءَ ۾ چا
سنگتراشيءَ ۾، چا بت سازي ءَ وغيره ۾. روم ۾، حسن
۽ جمال بدران، وري قاعده سازي، عمده انتظام ۽

ملڪ جي وڏائي، ضروري سمجهڻ ۾ آئي، جو خدا
تعالى جو انتظام نهايت عمدو، ۽ قدرتي قانون جي
پابندي نهايت ضروري سمجهي وئي. ساري قوم،
انهيءَ مذهبي خيالن تي، عمل ڪرڻ لڳي، جنهنڪري
سندن ملڪي انتظام، مدبري ۽ قاعده سازي، ڪماليت
کي پهتي. وري اچو هندوستان جي ٻڌ ڌرم تي، جنهن
جو مذهبي اصول هو، علم يا گيان، تنهنڪري، حقيقي
علم ۽ فلسفي تي، سارو ڌيان ڏيڻ ۾ آيو. اتان نڪري،
وري عبراني يا يهودي مذهبي اصول تي اچو، جنهن
موجب، خدا سچو آهي ۽ سچائيءَ کي پسند ٿو ڪري،
تنهنڪري سپني انسان کي، سچو رهڻ گهرجي ۽
گناهن کان گوشو ڪرڻ گهرجي. يهودي مذهب مان،
وري عيسائي مذهب نڪتو، جنهن موجب، قوميت
جو خيال نڪري ويو ۽ شخصيت جو خيال ظاهر ٿيڻ
لڳو، يعني، سپ ڪا ٻڪري، پنهنجي پائي ٿنگبي ۽
هر ڪنهن کي پنهنجيءَ جند ۽ پنهنجن ڪمن لاءِ،
جوابدار رهڻوٿيندو. چڱن ۽ بڇڙن ڪمن جي جزا ۽
سزا، سپ ڪنهن کي ملڻي آهي ۽ اها، جيڪڏهن هتي
نه ملي، ته آخرت ۾ ضرور ملندي. اصول اهو هو ته
جڏهن، ڪنهن ملڪ يا قوم جو هر هڪ شخص، ڌار
يا پنهنجي سر، چڱو ٿيو، ته ساري قوم چڱي ٿيندي،
۽ انهيءَ لاءِ، ساري قوم يا خلقت کي، هڪڙي پيءُ يا

ابي جو اولاد سمجهڻ گهرجن ۽ خدا کي پيءُ، ۽ هڪبئي کي پاءُ پيڻ سمجهڻ گهرجي ۽ پاڻ کي وساري، ٻين جي خير لاءِ، پاڻ کي قربان ڪرڻ گهرجي، جيئن حضرت عيسى مسيح ڪيو.
دنيا جي مکيه مذهبن تي نظر گهمائڻ سان، معلوم ٿئي ٿو ته هر هڪ ۾، هڪڙي نه ٻي، خاص خدائي خاصيت موجود آهي، هر هڪ ۾، هڪڙو نه ٻيو منٿو سر، الاپيل آهي. جيتوڻيڪ، حقيقت هڪڙي يا ساڳئي قسم جي آهي ته به، ظاهر ڪرڻ جو طرز، علحدو آهي. پر اهو جيڪو فرق آهي، سو چڱو، وڻندڙ ۽ فائدي جهڙو آهي نه خراب، ناپسنديده ۽ نقصان وارو. هر هڪ اصول، گويا، هڪڙي علحدي رنگ ۽ جوهر جو مٺيو آهي، هر هڪ، چڻ ته هڪڙو منٿو ۽ وڻندڙ سر يا آواز آهي، هر هڪ، هڪڙي اهڙي ضروري حقيقت آهي، جا هڪڙي عام عالمگير مذهب ۾ ضرور داخل ٿيڻ کپي. پوءِ اُهي سڀ عمدا اُصول گڏجي، اهڙو هڪ عمدو زيور يا اهڙو هڪ عمدو راڳ يا سرود ٿي پوندو، جنهن مان نهايت گهڻي روحاني راحت پئي ايندي. اهي سڀ فرق، جدا جدا قومن جي خيالن ۽ طبيعتن موافق ٿيا آهن، پر انهن سڀني جي ذاتي يا وجود سچائيءَ کان، ڪنهن به ريت، انڪار ڪري نٿو سگهجي، انهن سڀني مذهبن جي

بنيادي، ذاتي يا وجودي صداقت، فقط روحاني حقيقتون آهن. سڀ مذهب، روحاني حقيقتن ۽ اصولن جا مظهر يا ظاهر ڪرڻ جا اپاءَ آهن. هر هڪ قوم جو، بلڪ هر هڪ ماڻهوءَ جو عقل، علحدي قسم يا درجي يا انداز جو ٿو ٿئي. ان موجب، گهڻا فرق پيدا ٿين ٿا. اهو مثال، هڪڙي بلور جي ٽڪر جو آهي، جنهن تي ساڳئي سج جي تروري پوڻ سان جدا جدا خوبصورت رنگ نڪرڻ ۽ پکڙي بيهن ٿا. اهي سڀ رنگ، اڇي روشنائيءَ جي بلور مان لنگهڻ ڪري ظاهر ٿين ٿا. اڇي روشنائيءَ ۾، اها خوبي ۽ سونهن نظر نه ٿي اچي، جا نڪتلن، علحده رنگن مان ٿي اچي! اهو فرق، سج ۾، يا سج جي روشنائيءَ يا تروري ۾ ناهي، پر بلور ۾ ئي آهي. يا جدا جدا رنگن جي شيشن مان، ساڳي اڇي روشنائي لنگهڻ ڪري، ملڪ، جدا جدا رنگن جو ڏسي ٿو سگهجي. سمنڊ جو نيلو رنگ، ويئن جو سائو رنگ، گلن جو ڳاڙهو، پيلو وغيره رنگ، اهي سڀ، هڪڙي اڇي روشنائيءَ جو اثر يا نتيجو آهن. روحاني سج جو به اهڙو ئي حال آهي. حق يا سچ جو سج هڪڙو ئي آهي، جو سڀني مذهبن تي، يا انهن ۾ ٿو چمڪي ۽ انهن مان سڀني قومن ۽ ملڪن کي راحت، آرام ۽ تسلي حاصل ٿي ٿئي. مرڪب حسن جي جزن مان هر هڪ، پنهنجو

پنهنجو حصو ملائي، ساري نماءُ کي، سهڻو ۽ وڻندڙ ڪري ٿو. انبلٿ، جا آسمان کي سهڻو بنائي ٿي، تنهن جا رنگ، مينهن جي هر هڪ ڦڙي جي روشنائيءَ جي عڪس جو نتيجو آهن. انهيءَ طرح، سڀ مذهب ضروري آهن. هر هڪ، هڪڙي ضروري جزو آهي، جو هڪڙي وڏي عالمگير مذهب بنائڻ لاءِ گهربل آهي. جڏهن اهي سڀ جزا گڏجن ٿا، تڏهن جڙيل مرڪب، راحت ڏيڻ جهڙو ۽ مفيد ٿئي ٿو.

اها آهي پهرين ضروري ڳالهه، جا پوريءَ طرح سمجهڻ گهرجي. هڪڙائي ۽ هڪجهڙائي، علحديون شيون آهن، پيئي، ساڳي شيءِ ناهن! حياتي، هڪڙي آهي، پر دنيا جي جدا جدا شڪلين ۽ صورتن ۾ پوڻ سان، جهان ۾ رونق ۽ سونهن پيدا ٿئي ٿي. اها آهي ڪثرت ۽ وحدت. ترقي به اها ئي آهي. حياتيءَ جو اصلي ۽ اوائلي جزو، پهرين نباتات جي عالم ۾ پيو، جنهن مان وڻ بوٽا پيدا ٿيا، پوءِ عالم حيوانات ۾ پيو، جنهن مان جانور پيدا ٿيا، پوءِ انسان ۾ پيو، جنهن مان ماڻهو پيدا ٿيا. جيئن درجي بدرجي، صنعت مٿي چڙهندي وئي، تيئن انهيءَ ۾، زياده فرق معلوم ٿيندو ويو، ۽ زياده قدرت ۽ الاهي نور ظاهر ٿيندو ويو. اهو خدائي ۽ نور ۽ حسن جو تجلو، هڪڙيءَ شيءِ ۾ ظاهر نه ٿيو، پر ساري عالم ۾ ٿيو، جو چڻ، ته انهيءَ

جي لاءِ، هڪڙو آئينو آهي، جنهن ۾ انهيءَ جو عڪس ٿو پوي، يعني ڪسرت ۾، نه وحدت ۾! مذهب جي خوبي، انهيءَ قسم جي آهي، نه ڪنهن هڪڙي (مذهب) ۾، پر گهڻن ۾ گڏ! باطني حقيقت ساڳي، پر ظاهري صورت مختلف! عالمگير مذهب هئڻ ڪري، اهو ڪثرت جو فرق، نڪري وڃڻ ضرور ناهي، بلڪ ان جو هئڻ ضرور آهي. ضروري شيءِ آهي، گهڻن جي گڏجي، هڪ ٿيڻ، جيئن جدا جدا گلن جو گلدستو ٿيندو آهي. وڄائڻ جو ڪو ساز وٺو - پيانو يا هارمونيم يا ڪو تارن وارو ساز! هر هڪ تار يا ڪنجيءَ تي هٿ رکندا وڃو، پوءِ ڏسو، ته ڪيئن نه ان مان، جدا جدا آواز، سنهو يا ٿلهو ٿو نڪري! انهن مختلف سونهن ۽ ٿلهن آوازن مان، ڪجهه نه ڪجهه مڙئي لذت پئي اچي، پر جڏهن انهن مختلف آوازن مان، ڪي چونڊي، اڳپوءِ ڪري، گڏي وڄائجن ٿا، تڏهن هڪڙو وڻندڙ سر يا، راڳ جڙي ٿو، جو جادوءَ جهڙو اثر پيدا ڪري ٿو، ۽ روح کي، ڏاڍي راحت ٿو رسائي! موسيقيءَ جي استادن، جو نالو ڪيو آهي، سو انهيءَ هنر ۾. انهيءَ طرح، جڏهن ڪو عالمگير مذهب پيدا ٿيو، ته هيءُ يا هو مذهب، عالمگير شمار ۾ نه ايندو، پر ساري انسان ذات جي مذهبن جو هڪ

مجموعو ٿيندو، ۽ هر هڪ جو منو آواز نڪري، سڀ پاڻ ۾ گڏجي، مناسب ترتيب ۾، صحيح اثر وارو ٿيندو. هاڻي اچو ته اهو ويچار ڪريون، ته ڪهڙين حالتن هيٺ ۽ ڪهڙن شرطن سان، اهڙي عالمگير مذهب جي پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي؟ په ٿي سؤ ورهيه اڳي اهڙو امڪان، برابر ڪونه هو. سڀ ڪو مذهب قومي هو ۽ هر هڪ قوم جيئن پنهنجي پنهنجي ملڪ جي حدن اندر، بند هئي، تيئن سندن مذهب به بند هو. جدا جدا قومن ۽ ملڪن جي وچ ۾، آمدرفت جا اپاءُ يا پيا واسطا گهٽ هئا، بلڪ ڪين هئا. هڪڙن کي، ٻين جي مذهبن ۽ خيالن جي، پوري خبر ڪانه هئي. مغربي قومن کي، مشرقي مذهبن جي سچن اصولن جي پوري خبر ڪانه هئي. هن زماني ۾ سائنس، يعني علم، حڪمت ۽ هنر جي ترقيءَ ڪري، آمدرفت جون گهڻيون سهوليتون پيدا ٿيون آهن. سفر، تمام جلد، ڪري ٿو سگهجي. وقت ۽ پنڌ يا فاصلو، نهايت گهٽجي ويو آهي ۽ گهڻو بچي پوي ٿو. ريلوي، موٽرن، آگبوٽ، هوائي جهاز، تارون، بي تند تارون، بجليون وغيره وغيره، انهيءَ ڳالهه جون ظاهري ثابتيون آهن. هڪبئي جي فلسفه ۽ حڪمت جي، اڳي، پوري خبر نه هئي، پر هاڻي آهي. اڳي، هر ڪا قوم ائين سمجهندي هئي، ته اسان جو ئي مذهب سچو آهي، ٻيا

سڀ ڪوڙا آهن! هاڻي، هڪ ٻين جي مذهبن جي اصولن معلوم هئڻ ۽ ٻين سان مقابلي ڪرڻ ڪري، هر هڪ جي خوبي يا سچائي، معلوم ٿي سگهي ٿي. هاڻي، ماڻهن کي معلوم ٿي ويو آهي، ته اڳين زمانن ۾، سڌارو گهڻو نه هو، ۽ ماڻهن کي، خدائي هدايت جي زياده ضرورت هئي، تنهنڪري جدا جدا وقتن تي، علحدين قومن جي جدا جدا حالتن موافق، پيغمبر ۽ رسول ۽ ڪامل انسان ظاهر ٿيا، جن کي، حقيقت جو پنهنجي دليان، اندران ئي اندران الهام آيو، ۽ اها حقيقت، هنن ماڻهن کي ٻڌائي، تنهنڪري اُهي، تعظيم جوڳا آهن، هيءُ به معلوم ٿيو ته اگرچه انسان، جدا جدا ملڪن ۽ حالتن ۾ رهڻ ڪري، جدا جدا رنگن، رسمن، راهن ٻولين ۽ خيالن ۾ ورهائجي ويا، مگر اهي، ڌاريان ناهن، سڀ پاڻ ۾، ڀائر آهن، ۽ سڀئي، گويا، هڪڙي ڪٽنب ۽ هڪڙي ڏاڏي جو اولاد آهن ۽ هڪڙي خدا جي مخلوقات آهن. اهڙي حقيقت، جڏهن هاڻ، گهڻو ڪري ساري جهان کي معلوم ٿي وئي آهي، تڏهن عالمگير مذهب جو، اچڻ جو امڪان آهي. اهڙيون ڪوششون، اڳي ئي ٿيڻ لڳيون آهن. سڀ ڪنهن کي، هاڻي يقين آهي، ته خدا ڏي وڃڻ جا گهڻائي رستا آهن، جدا جدا دنيا جي ڀاڱن کان، جدا جدا قومن جا ماڻهو، اوڏي ويندا ۽ سڀني جي منزل

مقصود، هڪڙيائي آهي. خدا تعالى، هڪڙو مرڪز آهي ۽ سڀ مذهب، هڪڙو دائرو يا گهيرو ٿا جوڙين. هن زماني ۾، اها ضرورت ناهي، ته مذهب وارا ڪوشش ڪري، نڳاري، ٻين مذهبن وارن کي، پنهنجي مذهب ۾ آڻين، پر ضروري ڳالهه هيءَ آهي، ته سڀ ڪنهن مذهب وارا، پنهنجي مذهب جي باطني حقيقت معلوم ڪن، ۽ ظاهري جسمانيت وساري روحانيت تي عمل ڪن. ائين ڪرڻ سان هو، هڪٻئي وٽان، ڪا زياده ڪمائتي تعليم حاصل ڪري سگهندا، ۽ هيستائين، هڪ ٻين جي برخلاف، جيڪي غلط فهميون منجهن پيدا ٿيون هيون، سي هاڻي گهٽو ڪري، نڪري ويون آهن، ۽ باقي به نڪري وينديون ۽ سڀ، هڪٻئي کي، پوريءَ طرح، سمجهي ويندا، پر سڀ کان وڏيڪ، جيڪا ڳالهه، هن زماني ۾، انهيءَ عالمگير مذهب جي فائدي ۾ آهي، سا هيءَ، ته مشرقي توڙي مغربي عالمن ۽ سائنسدانن، جيڪي قديمي عمارتن ۽ ٻڌلن شهرن وغيره سان نسبت رکندڙ جانچون ۽ تحقيقاتون ڪيون آهن، تن مان هيءَ ڳالهه پوريءَ طرح ثابت ٿي آهي، ته ڪي وڏا ضروري اصول آهن، جي دنيا ۾، سڀڪنهن هنڌ، سڀڪنهن ملڪ ۾، ۽ سڀڪنهن قوم ۾ وسهيل آهن، جنهن مان سمجهجي ٿو، ته اها هڪڙي بنيادي، قديمي، ذاتي يا

طبيعي واقفيت يا عمليت آهي، جنهن موجب، قدرتي طرح، ماڻهوءَ ۽ خدا جو واسطو قائم آهي. گذري صديءَ ۾ جسمانيت جو گهڻو زور هو ۽ روحانيت پٺتي پئجي وئي هئي.

پروفيسر هڪسلي ۽ ٻيا ڪي، انهيءَ خيال وارا، ظاهر ٿيا ۽ ”اگناسٽڪ“ لقب سان مشهور ٿيا، يعني بيعلم ۽ لا مذهب يا دهري. انهن ڏيکاريو، ته علم حاصل ڪرڻ جا، يعني شين جي حقيقت معلوم ڪرڻ جا، ٻه رستا يا اُپاءُ آهن - هڪڙو، حواسن جو يعني ظاهري صورت ۽ قدرتي نمائن جو، ۽ ٻيو عقلي دليل، يعني انهن ظاهري ڳالهين تي ويچار ڪري، انهن مان ڪي نتيجا ڪڍڻ - هاڻي حواس، ظاهري ڏسڻ ۽ معلوم ڪرڻ لاءِ آهن، ۽ عقل يا تميز، سمجهڻ لاءِ، پر جيڪو سچو علم يا حقيقت آهي، ۽ جو حواسن سان معلوم ٿيڻ جو ناهي، تنهن کي عقل به پهچي نٿو سگهي! اها روحانيت آهي، يعني روح جو علم، جو روح کان سواءِ معلوم ڪرڻ جو ناهي، پر انهيءَ جي ڪا به خبر ڪانهي.

هاڻي اوهان مان هرڪو، پنهنجيءَ جند جي نسبت ۾، توڙي انسان ذات جي تواريخ تي نظر گهمائي، ويچار ڪندو، ته معلوم ٿيندس، ته کيس، جسم آهي، حواس آهي ۽ دل توڙي دماغ آهي، يعني، خيال ۽ خواهشون

۽ جذبا. پر سوال آهي، ته ڇا، انهن کان سواءِ به ڪا ٻي شيءِ يا ڪو ٻيو جوهر، اوهان ۾ آهي؟ انهيءَ جي جواب تي، آئندي وارو، مذهب تعلق رهڻو آهي. سڀڪنهن مذهب جو پاڪ ڪتاب، هيءُ اصول مڃي ٿو ۽ ضروري سمجهي ٿو، ته روح، هڪڙي عام مدامي عالمگير حياتي آهي، جا سڀ ۾ موجود آهي. انهيءَ کي نه حواس ڏسي سگهن ٿا، نڪي عقل يا سمجهه ڄاڻي سگهي ٿي. انهيءَ کان سواءِ، ڪا به شيءِ، بهتر يا زياده اعلى معلوم نه ٿي ٿئي ڇا؟ قديم تواريخن مان ظاهر ۽ ثابت ٿئي ٿو، ته خدا جي بابت خيال، ماڻهوءَ منجهه طبعي ۽ ذاتي جميل آهي، ۽ اُهو انسان ذات ۾ ڪهڙيءَ به حالت ۾ موجود آهي ۽ پنهنجو اثر ظاهر ڪري ٿو. حواس، ماڻهوءَ کي گمراهه به ڪري سگهن ٿا، غلط فهمي به پيدا ڪري سگهن ٿا، ته ڀلائي به سگهن ٿا. عقل يا هوش پڻ، انهن حواسن جي ثابتيءَ تي لڳي، گمراهه ٿي سگهي ٿو ۽ غلط نتيجا ڪڍي سگهي ٿو. هڪڙو ئي مثال، سج ۽ چنڊ جي چڙهڻ ۽ لهڻ جو بس آهي، جو عام اعتقاد هو ۽ اڃا به آهي، پر اسان کي يقين آهي ته ائين ناهي. حقيقت ٻيءَ طرح آهي ۽ اها پئي بدلي آهي. پر اهو خدا جو خيال، انسان ذات ۾، ذاتي آهي ۽ اهو، جهنگلين کان وٺي، اڄ تائين قائم هليو آيو آهي ۽

بدليوئي ناهي. انهيءَ عام، بنيادي، عالمگير اعتقاد تي
ئي مذهب، منحصر ٿو رهي ۽ انهيءَ مان پيدا ٿو ٿئي.
مذهب جي معنى آهي، خدا جي ڳولا، جا انسان ڪري
ٿو. انهيءَ ۾ عجيب ڳالهه هيءَ نظر ٿي اچي، ته
جيستائين انهيءَ ڳولا ۾، ماڻهو، حواسن ۽ عقل جي
رستن تي ٿو هلي، تيستائين، جدا جدا ماڻهن جي خيالن
موجب، فرق ظاهر ٿئي ٿو. انهيءَ کان پوءِ، پرتي،
سڀ فرق يا تفاوت، گم ٿيو وڃي. انهيءَ کان پوءِ،
باطني يا روحاني خيالن وارن ماڻهن جو آزمودو ۽
ثابتي، هڪ جهڙي آهي. هندستان جو جوڳي يا
عيسائي رومن ڪئٿولڪ سينٽ يا بزرگ پراٽيسٽنٽ
زاهد ۽ ايراني يا مشرقي صوفي، سڀ هڪڙي ئي
ڳالهه ڪن ٿا، جا فقط علحدي ٻوليءَ ۽ اصطلاح ۾
آهي. انهن جي رسمن، راهن، اعتقادن ۽ ظاهري
ڳالهين ۾، برابر فرق ڏسجي ٿو، مگر روحانيت جي
نسبت ۾ سڀني جي ٻولي، هڪڙيائي آهي. جسمانيت
وارو دنيائي گوڙ، گڙٻڙ يا مختلف خيال، اصول ناهن.
جن ڪامل انسانن کي، روحاني استاد چون ٿا، تن
سڀني جو جتي ڪٿي، اهو ئي هڪڙو خيال آهي ۽ ٻيا
هزارين انهن جا معتقد، سندن پيروي ڪندڙ ۽ کين
تعظيم ڏيندڙ آهن. دنيا ۾، ملڪ فتح ڪندڙ پهلوان يا
بادشاهه، هڪڙا اچن ٿا ته ٻيا وڃن ٿا، ڏاها ملڪي

مدبر، ظاهر ٿين ٿا، ۽ وري گم ٿي وڃن ٿا، پر اهي مذهبن جا باني، اُهي ڪامل انسان، اُهي خدا جا خاص الهامي بندا، پيڙهن جون پيڙهيون، زمانن جا زمانا، انسان ذات جا مهندار، مرشد ۽ هادي ٿيو، هليا آيا آهن ۽ هميشه، تعظيم حاصل ڪندا آيا آهن. انهن جي بادشاهي دائم قائم آهي. اُهي فنا ٿيڻ جا ناهن. هميشه جيئرا، هميشه باقي آهن! اگرچه، اُهي اسان جهڙا انسان ۽ ماڻهو هئا. مذهبي اصولن جي معتبريءَ ۽ وڏائيءَ جي، انهيءَ کان وڌيڪ، ٻي ڪهڙي ثابتي هوندي؟!

هاڻي، اُهي ، جيڪي مذهب جا باني، ڪامل انسان ۽ استاد، يا نبي ۽ اولياءَ، ٿي گذريا آهن، تن جي روحاني حقيقي تعليم، هڪڙي ئي هڪڙي هئي. جيڪو جدا جدا مذهبن جي وچ ۾، ظاهري فرق پيو آهي، سو جسماني عالم ۾ يعني نفساني يا حواسي ۽ عقلي عالم ۾ ۽ نه روحاني عالم ۾. روحانيت ۾، هو، سڀ هڪ ۽ هڪ جهڙا آهن. عام عالمگير مذهب، ظاهري ۽ رسمي ٿي ڪين سگهندو، بلڪ باطني، روحاني يا اسراري ٿي سگهندو! جيئن ظاهري علم جي تعليم، درجيوار ترقي ڪندي آئي آهي ، تيئن باطني علم جي تعليم جو به حال آهي. پهرين باطني حقيقت، سچي معلوم ۽ قائم ٿئي ٿي. اُها رسمي ۽ ظاهر طرح زور

سان يا حڪم ۽ اختياريءَ سان سيکاري ٿي وڃي. ڪتابن جي رستي يا حاڪمن جي وسيلي يا مذهبي انتظام يا ملڪي حڪومت جي رستي. مطلب ته، اهڙي تعليم، ضرور، پهرين ٻاهران ٿي اچي، پوءِ انهيءَ تي اندران ويساهه ٿو ڄمي. علم ۽ حڪمت، يا سائنس يا فلسفه، يا منطق يا معاني وغيره، سڀ جي تعليم به انهيءَ رستي حاصل ٿي ٿئي. پهرين، ڪي اڳي جا آزمايل ۽ ثابت ڪيل ۽ سچا سمجهيل اصول، شاگردن کي قبول ڪرڻا ٿا پون، جن کي ظاهر ثابتيون ٿا ڏيون. پوءِ پڇاڙيءَ ۾، انهن کي، انهن جي سچائي معلوم ٿي ٿئي ۽ انهن تي پورو اعتقاد يا يقين ٿو ڄمي. جي ائين نه ڪجي، ته اهڙا اعلى قسم جا علم، سيکارڻ جا نه ٿيندا. برابر پهرئين ويساهه يا قبول ڪيل ظاهري ثابتيءَ يا اصول کي، ”علم“ نه چئبو، پر انهيءَ تي وقتي ويساهه ڪري، آزمودي کان پوءِ سچو ڄاڻي، پوءِ يقين ڪبو. اهو ٿيو علم. جيڪڏهن ڪو پهرين آزمايل اصول ٻڌندو ئي ڪين، يا قبول ئي نه ڪندو، ته ڪيئن اڳتي هلي سگهندو؟ هڪڙي شاگرد کي چئبو ته پاڻي، آڪسيجن ۽ هئڊروجن گئس جي هن انداز ۾ جڙيل آهن. جي هو، وسهندوئي ڪين ته ڪيئن هن کي حقيقت معلوم ٿي سگهندي؟ هن کي چئجي، ته اها ڳالهه تون وقتي وسهي، پوءِ وڃي

آزمودو ڪري ڏس، پوءِ اڳتي، انهيءَ لاءِ انهيءَ تي يقيني ويساهه ڪر! سڀ ڪنهن تعليم جو سرشتو اهو ئي آهي.
مذهب يا روحاني باطني علم جو به، اهو ئي حال آهي! ٻاراڻي وهيءَ ۾ ضرور، وڏن مائٽن ۽ استادن جي واتان ماڻهن کي، ڪي اصول ۽ ڪي بنيادي حقيقتون، وسهڻيون ثيون پون. انهيءَ وقت، اهي، هنن کي، سمجهڻ ۾ نه ثيون اچن. اُهي، علم جي شمار ۾ ناهن. پر پوءِ وڏي هوندي، زياده استعمال ۽ آزمودي کان پوءِ، اُهي بدلجي، علم ثين ٿا. پوءِ اهو ماڻهو صوفي يا محقق چئبو، يعني حقيقت ڄاڻندڙ. انسان جو عقل هوش ۽ حواس، سڀ انهيءَ طرز جو آهي. پهرين ٻاهران ظاهري خبر، قدرتي طرح پوي ٿي، پوءِ، اندر جو ويساهه ڄمي ٿو. ڏسڻ، ٻڌڻ وغيره، حواسن جو ظاهري اثر، ”ايٿر“ جي لهرن جي وسيلي، اسان جي دماغ تي رسي ٿو، پوءِ انهيءَ جي، اسان کي خبر پوي ٿي ۽ انهيءَ جي سچائي، معلوم ٿئي ٿي. اهو حال، آهي جسماني عالم جو. روحاني عالم جو به اهڙو ئي حال آهي. ايٿر يا هوا کان زياده لطيف مادا يا جسم آهن، جن جي لهرن جي وسيلي، روحاني ڳالهيون، اسان جي روح کي معلوم ثين ثيون، پر سو به تڏهن، جڏهن اسان کي، روحاني علم جي تعليم مليل هوندي، ۽

انهيءَ جي استعمال هوندي ۽ اُنهيءَ جو آزمودو هوندو، جيئن جسماني عالم ۾، جسماني علم جو حال آهي. روح ، خدا جي نور جو ذرو يا جزو آهي، جو اسان منجهه رکيل آهي. جڏهن اسان جو ٻاهريون خدا، اسان کي ڪنهن ڪم لاءِ سڏي ٿو، تڏهن اسان جو اندريون خدا انهيءَ کي جواب ڏئي ٿو، ۽ ان جي چوڻ تي هلي ٿو. اندريون ٻاهرئين جو نائب آهي، جو اسان ۾ رکيل آهي. اُهو آهي ضمير يا خاطر (دل). روحاني عالم جي ڳالهين کي، اُهو ئي روح، سمجهي سگهي ٿو، ۽ نه حواس يا عقل. سچو باطني علم اهو ئي آهي. ظاهري رسمي علم، دنيائي آهي، تنهنڪري خدا پاڪ جي ڳولا، پنهنجي ئي اندر ۾ ڪرڻي آهي، ۽ نه ٻاهر، تڏهن ئي پاڻ کي سڃاڻي سگهبو. اهو آهي سڀني مذهبن جو بنيادي اصول! جڏهن اسان، خدا لڌو ۽ سڃاتو، تڏهن اسان کي هو، سڀ ڪنهن هنڌ ۽ سڀ ڪنهن مذهب ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. اهو آهي بنيادي اصول. عالمگير مذهب جو. جيڪا علحدن مذهبن جن چوڪ يا يا غلطي پئي ڪئي آهي سا اها ته اصول سمجهائڻ لاءِ انهن خونريزي پئي ڪئي آهي. پر روحاني سچ لاءِ، ٻيو ڪي به ضرور ناهي، فقط اها حقيقت ، روح جي اڳيان پيش ڪرڻي آهي، تنهنڪري في الحال، اوهين، فقط اها ڳالهه، ظاهر يا ڪليل ثابتي سمجهي

قبول ڪريو ۽ آزمائي ڏسو! جڏهن انهيءَ عالمگير مذهب جو، پورو وقت ايندو ۽ اُهو قائم ٿيندو، تڏهن اوهان کي، انهيءَ جي سچائيءَ جي خبر پوندي، تنهنڪري، اُنهيءَ لاءِ ضرور آهي، ته اسان، سڀني مذهبن وارن کي ڀائر سمجهي، انهن سان سلوڪ ۾ گذاريون ۽ انهن جي مذهبي مهندارن کي تعظيم ڏيون ۽ ”صلح ڪل“ قائم رکون. (حيدرآباد 26 اپريل 1927ع)

[5]

# موت کان پوءِ حياتي*

عالم ارواح يا عالم مثال يا برزخ

هيءُ مضمون، موت کان پوءِ حياتيءَ متعلق اسان سڀني لاءِ نهايت ضروري آهي، نه فقط انهيءَ ڪري ته اسان مان هر ڪنهن کي ضرور، هڪڙي ڏينهن مرڻو آهي، پر هن ڪري به. ته اهڙو ماڻهو ئي ڪونه هوندو، جنهن جو ڪو پيارو عزيز خويش يا دوست نه مئو هوندو، تنهنڪري انهيءَ بابت جيڪي به حقيقتون، يا جيڪو به احوال هجي، تنهن جي معلوم ڪرڻ لاءِ، اسان کي هميشه خيال ۽ انتظار رهي ٿو.

پهريون سوال، جو هن مضمون بابت سڀ ڪنهن جي دل ۾ پيدا ٿيندو هوندو، سو هيءُ آهي، ته موت کان پوءِ جي حياتيءَ بابت، جيڪي به چوڻ ۾ ايندو، تنهن جي سچي ۽ يقيني هئڻ جو امڪان آهي ڇا؟ هن ڳالهه بابت، سڀني مذهبن، قومن ۽ ملڪن ۾، قديم وقت کان وٺي، هاڻوڪي سڌريل زماني تائين، هڪڙو نه ٻيو خيال يا احوال، ڏيڻ ۾ پئي آيو آهي. انهيءَ هوندي به،

سڀ کو ماڻهو، موت کان پيو ڀڄندو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو موت بابت، ڪي چوندو آهي ته ان کي اهڙي ذڪر نه ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. موت جو تعلق ڏک، غم، ماتم، مرڻ وقت بيماري ۽ سور جي تڪليف ۽ سڪرات جي ڏپ، قبر جي تنگيءَ ۽ پڇا ۽ پوءِ خوفناڪ ملڪن جي ڏسڻ، ۽ بهشت يا دوزخ جي، پري کان نظاري ڪرڻ سان آهي. اهي سڀ ڳالهيون، ڀڏبيون پيون آهن، جنهنڪري، موت خوفناڪ معلوم پيو ٿيندو آهي.
هاڻي ويچار ڪري ٿو ڏسجي، ته ڄمڻ ۽ مرڻ اهڙيون ڳالهيون آهن، جي سڀني سان لاڳو آهن، ۽ اهي ٻئي قدرتي حالتون آهن، ۽ اسان جي حياتيءَ جو پاڳو آهن جيڪڏهن اسين وسهون ٿا، ته خدا تعالى، اسان جو ڌڻي، اسان جو خالق، مالڪ، رازق، قدرت ۽ حڪمت وارو آهي، ۽ رحيم ۽ ڪريم آهي ۽ سڀ ڪنهن تي نهايت مهربان آهي، تنهن جيڪو قانونساريءَ مخلوقات سان لاڳو ڪيو هوندو سو حڪمت کان خالي نه هوندو ۽ ضرور ڏاهپ رحمت ۽ چڱائيءَ، سان پريل هوندو. هن جهان ۾، توڙي هن جهان ۾، هن جي هٿان اسان کي ڪو به جوکو يا نقصان، مطلق، رسڻو ناهي. جنهن، پنهنجي روح جو ذرو اسان ۾وجهي هن جهان ۾ پيدا ڪيو آهي، سو پڇاڙيءَ تائين،

اسان جي سنڀال، ڪندڙ هوندو، جيسين ڪه اسين، وري وجي ساڻس گڏباسين. هيءُ به ويچار ڪرڻو آهي، ته دنيا ۾، سڀ شيءِ ترقي ڪندي آئي آهي. ڪي ڪين مان سڀ ڪجهه، (يعني نيست منجهان هست) جمادات مان نباتات، نباتات مان حيوانات ۽ حيوانات مان روحانيات يا ملائڪ، ۽ پوءِ خدا سان وصال يا الوهيت! تڏهن موت کان ڊڄڻ، ۽ انهيءَ کي خوفناڪ سمجهڻ لاءِ، ڪو به واجبي سبب ڪونهي! ضرور سمجهڻ گهرجي، ته اهو به چمڻ وانگي، ترقيءَ يا بهتريءَ جو هڪڙو ڏاڪو يا هڪڙو ڪارڻ آهي، ۽ موت کي، دوست سمجهڻ گهرجي ۽ نه دشمن. گهڻن وڏن مذهبن جي، پڻ، اها ئي راءِ، ۽ اها ئي تعليم آهي، اگرچه انهن ۾، ڪو ٿورو فرق هوندو. موت کي، خوفناڪ، اسان پاڻ ڪيو آهي، جو مئن لاءِ روئڻ، پٽڻ، افسوس ۽ ماتم ڪرڻ، وغيره رسمون، جاري ڪيون اٿئون، چالاءِ جو حقيقت جي، اسان کي خبر نه آهي، جهڙيءَ طرح، ننيڙا ٻي سمجهه ٻار، اونداهي ڪوٺي ۾ نه ويندا آهن، جو ٻين، هنن کي، ڊيڄاري ڇڏيو آهي، ته اندر ٻائو يا جوجهو يا ڪو جن پوٺ ويٺو آهي ۽ اهڙو ڊپ پوءِ ورهين تائين، انهن کي ٿو رهي.

هاڻي رهي اها ڳالهه، ته ڪيئن پڪ ۽ خاطري ٿئي ته ائين آهي؟ هن جهان، يعني روحاني عالم ۾، ڪو وجي ڏسي به آيو آهي ڇا، يا اوڏي ويل، ڪو موٽي هتي آيو به آهي ڇا، جنهن اتي جو احوال، ظاهر ڪيو هجي؟ پهرين ته قديم وقت کان انبياءَ، اولياءَ ۽ ٻيا ڪي ڪامل انسان ٿي گذريا آهن، جن کي خدا جي طرفان، الهام ٿيا آهن ۽ حقيقتون ٻڌايون ويون آهن، بلڪ جن، پاڻ به، اتي وڃي، احوال معلوم ڪيو آهي، يعني سندن روح، انهي روحاني عالم جو سير ڪري آيا آهن، انهن کي، خدا، اهڙي طاقت ڏني آهي، ته پنهنجو روح، وقت جي لاءِ، انهيءَ عالم ڏي موڪلي سگهن. نه فقط ايترو، بلڪ ڪيترا روح پڻ روحاني عالم مان، هن جهان ۾ اچي ظاهر ٿيا آهن، ۽ اتي جو احوال ٻڌايو اٿن. اڳي، اهڙين ڳالهين تي، اڪثر، پڙهيلن کي اعتبار نه ايندو هو، پر هاڻي سڌريل زماني ۾، جڏهن سائنس جو نهايت زور ۽ اوج آهي، تڏهن انهن ڳالهين جي تحقيقات ڪرڻ لاءِ، جدا جدا ملڪن ۾ سوسائٽيون يعني جماعتون يا منڊليون ٺاهيون ويون آهن ۽ وڏن وڏن عالمن ۽ سائنس دانن، آزمودا ڪري، خاطري ڏني آهي، ته اهي ڳالهيون، برابر اَئين ئي آهن ۽ سچيون آهن! انهن يورپين عالمن مان، ڪي مشهور هي آهن - سروليم ڪروڪس، سر آليورلاج، مسٽر

بالفورڊ (انگلنڊ جو آڳوڻو وزيراعظم) مسٽر ريڊ، مسٽر سٽيڊ ۽ ٻيا. ٿياسفيءَ وارا ته ڪيترائي عالم آهن، جن تحقيقات ۽ آزمودي کان پوءِ، انهن ڳالهين جي تصديق ڪئي آهي. هينئر، اهڙا اُپاءُ موجود آهن، جو ڪنهن به ماڻهوءَ کي، آسانيءَ سان، انهن جي سچائيءَ جي خاطري ڪرائي ٿي سگهجي، جيئن نظام شمسي ۽ ڌرتيءَ جو ڳولائي ۽ ان جو، پنهنجي محور تي ڦرڻ ۽ سج جي چوڌاري ڦرڻ وغيره بابت، خاطري ڪرائي ٿي سگهجي، جي اڳي ويساهه ۾ نه اينديون هيون. هينئر اهڙا مصنوعي يا عملي اپاءُ موجود آهن، جن جي وسيلي، ڪن خاص طبيعت وارن ماڻهن کي، اهڙي حالت ۾ آڻي ٿو سگهجي جو هو، روحاني عالم ۾ وڃي، خاص روحن سان ملاقات ڪري، گهربل خبرچار آڻي سگهن ٿا. تنهن کان سواءِ، ٿياسفيءَ وارن، انهن مخفي علمن جي، چڱيءَ طرح تحقيقات ڪئي آهي ۽ انهن جون ثابتيون پيش ڪيون آهن، جن تي اعتبار نه آڻڻ لاءِ، ڪو به سبب ڪونهي. ڪو به ماڻهو، پاڻ، انهيءَ مضمون جا ڪتاب پڙهي، آزمودا ڪري، پوءِ انهن تي اعتبار آڻي سگهي ٿو.

انهن سپني رستن سان، موت کان پوءِ جي حالت جي، جيڪا حقيقت، هيستائين، خاطريءَ جهڙي معلوم ٿي آهي، سا هيءَ آهي ته- مرڻ کان پوءِ، ماڻهوءَ جو

روح، آسمان ڏي يا ڪنهن ٻئي پاسي هليو نٿو وڃي، بلڪ مرڻ کان پوءِ به، ماڻهو، بالڪل اهڙو آهي، جهڙو مرڻ کان اڳي هو. ان جي سمجهه، ۽ ان جون خاصيتون ۽ طاقتون، سڀ اڳي جهڙيون قائم آهن، مگر جن ڳالهين بابت، هن جا جيئري خيال ۽ ويساهه ارادا ۽ خواهشون هيون، انهن موجب، ۽ انهن سان موافق، هن جي روح جي حالت رهي ٿي. انهيءَ ڪري، اڪثر جدا جدا مذهبن جا ماڻهو، مرڻ وقت، ماڻهوءَ کي، پنهنجي مذهب اصول ۽ اعتقاد، ياد ڏياريندا آهن، ته جيئن اُهي سندس دل تي تازا رهن، جنهن کي "تلقين" چوندا آهن. ڪا ٻاهرين سزا يا جزا،هن جي روح کي نٿي ملي، سواءِ انهيءَ جي، جنهن جو هن جيئري، پورو اعتقاد ٻڌي رکيو آهي، يعني دنيا جي حياتيءَ ۾ هن ،جيڪو خيال ڪيو آهي، يا جيڪي چيو آهي يا ڪيو آهي، انهيءَ جو سچو پچو نتيجو هن دنيا ۾، ڏسي ٿو. مطلب ته ماڻهو، پنهنجو پوءِ جو مڪان يا قبر يا بسترو، پنهنجي جيئري، پاڻ ئي ٺاهي ٿو ۽ اُتي وڃي، رهڻ لڳي ٿو يا سمهي ٿو.
انهيءَ مان معلوم ٿيو ته مرڻ کان پوءِ، روحاني عالم ۾، ڪا نئين حياتي شروع نه ٿي ٿئي، پر اڳوڻي دنيائي حياتي، اڳتي به هلندي ٿي هلي. اسين، پنهنجن مئلن عزيزن کان ڌار نٿا ٿيون، بلڪ هنن جا روح، اسان

سان گڏ ويٺا آهن. فرق فقط هيءُ آهي ته اسين، هنن
کي ڏسي، يا هنن سان ڳالهائي نٿا سگهون، پر هو،
اسان کي ڏسن ٿا، ۽ اسان سان ڳالهائي نٿا سگهن.
ماڻهو، علم، هنر ۽ آزمودي سان، پاڻ ۾ اهڙي طاقت
پيدا ڪري ٿو سگهي، ته انهن کي، روحاني عالم ۾
وڃي ڏسي، پر انهيءَ لاءِ ضروري تعليم گهربل آهي.
ماڻهوءَ کي، هن خاڪي جسم سان گڏ، ٻيو روحاني
جسم به مليل آهي، جنهن سان هو، روحاني عالم ۾،
گهمي ڦري، وري به موٽي اچي سگهي ٿو. پر اهڙي
علم ۽ عمل حاصل ڪرڻ کان سواءِ به، ماڻهو اڪثر
ننڊ جي حالت ۾، جڏهن هنجو خاڪي جسم، مئل
وانگي آهي ۽ هوش حواس نه اٿس، جو انهيءَ وچ ۾
وڃي، سندس روحاني يا مثالي جسم ۾ گڏ ٿئي ٿو، تڏهن
ان جو روح روحاني عالم ۾ وڃي، گهمي ڦري سگهي
ٿو. انهيءَ کي اسين، خواب يا سپنو چوندا آهيون.
ڪڏهن، اهڙن خوابن جي يادگيري، رهندي آهي ته
ڪڏهن نه رهندي آهي. پر روح، ضرور، ننڊ جي
حالت ۾، روحاني جسم سان، روحاني عالم ۾ وڃي ٿو،
۽ عزيزن جي پيار، محبت ۽ ٻين ڳالهين جي شوق ۽
انتظار جي ڪشش کان، روح، خاڪي جسم مان ڇٽڻ
جو وجهه وٺيم سير ڪرڻ نڪرندو آهي، اگرچه،
انهيءَ جي يادگيري، اڪثر نه رهندي اٿس.

مئل ماڻهوءَ ۾، مرڻ ڪري، يعني هن خاڪي عنصري جسم ڇڏڻ ڪري، ڪا به ٻي ڦير گهير، ڪانه ٿي ٿئي، جيئن اسين جاڳندي، ڪوٽ يا پوشاڪ، پنهنجي بت تان لاهي ڇڏيون، پر اسين پاڻ، اهڙائي اهڙا هجون. پاڻ اڳي، بند هئاسين، پر هاڻ آزاد، ڪليل، خوش ۽ هلڪا ٿا رهون. مرڻ ڪري، ماڻهوءَ جو هوش ۽ حواس ، شوق ۽ خواهشون، گم نه ٿيون ٿين، چالاڪِ جو اُهي، ماڻهوءَ جي خاڪي جسم ۾ ٿيون رهن، جنهن جسم سان، هو هاڻي، روحاني عالم ۾ رهڻ لڳي ٿو، تنهنڪري هو، بلڪل اڳي وانگي، خيال ڪري يا ڏک ۽ خوشي معلوم ڪري، يا پيار ۽ ذڪار ظاهر ڪريٿو سگهي.

سچ آهي، ته جيڪي اسين، اکين سان نٿا ڏسون يا نٿا سمجهون، تنهن تي اسان کي، جلد اعتبار اچي نه سگهندو، ۽ انهيءَ بابت، يقين ۽ خاطري نه ٿينديسين، پر ائين ته دنيا ۾، ڪيتريون ئي شيون آهن، جي اسين نٿا ڏسون، ته به يقين اٿئون، ته اهي موجود آهن. قدرتي شيون يا ڳالهيون ته ڇڏيو، جي بيشمار آهن، پر هاڻي، جي ڪلون، هٿ سان جڙيل يا مصنوعي آهن ۽ جي اسان کي حيرانيءَ ۾ پيون وجهن - جيئن ته تار برقي، تند بنا تار، ريڊيم جي روشنائي، پري ڏسڻ، پري ٻڌڻ، خوردبين، هوائي جهاز وغيره وغيره -

اهي به ته اسان کي سمجهه ۾ نٿا اچن، پر بيشڪ آهن! ڪيترين باريڪ شيون ۽ هوائون، گئسون يا بخار وغيره آهن، جي اڪثر اسين، اکين سان ڏسي نٿا سگهون، پر خوردبين يا دوربين يا عملي اوزارن جي وسيلي، انهن کي ڏسي، انهن کي ڦوڙي انهن جا جزا يا انهن جي ترڪيب معلوم ڪري ٿا سگهون! سائنس، اسان کي، اهي رستا سيکاري ۽ حقيقتون معلوم ڪرائي ٿي سگهي. اسان کي خاطري آهي، ته ڪيترائي مخفي ۽ غيبي عالم آهن، جن جي اسان کي ڪا به خبر ڪانهي، ڇالاءِ جو اسان جا حواس، انهن تي عمل ڪري نٿا سگهن. ڇڙ ته اسين، هڪڙي وڏي ٺلهه ۾ بند آهيون، ۽ انهيءَ ۾ حواسن جون، ٿوريون دريون رکيل آهن، جن مان اسين، مولى جي ملڪ جو اسرار، ٿورو گهڻو ڏسي سگهون ٿا. سائنس جي مخفي علمن جي وسيلي، اسان پيون نيون دريون به، کوٽي ڪڍيون آهن جن مان غيبي عالم يا روحاني عالم جو احوال، معلوم ڪري سگهون ٿا. اهو ٺلهه يا قيدخانو، اسان جو هيءُ ظاهري جهان يا اسان جو هيءُ خاڪي جسم آهي، انهيءَ ڪري، پهرئين کي ”عالم ڪبير“ ۽ ٻئي کي ”عالم صغير“ سڏيندا آهن.

هاڻي، ٿوري تائين، جيڪي مٿي چيو ويو آهي، سو ڪٺي وسهو، ۽ اچو ته پنهنجو خاڪي جسم، ڇڏي

روحاني جسم سان، روحاني يا مثالي عالم هلي گهمون. پهرين پهرين اسين ڇا ڏسنداسين؟ پريندي، ڏسڻ سان اسين ڄاڻنداسين، ته ڪنهن ٻئي نئين عالم ۾ نه آهيون، بلڪ ساڳئي انهيءَ جهان ۾ آهيون سڀ شيءِ، هن جهان جهڙي پيا ڏسون اهي گهر، اُهي پٽيون، ڇتيون اُهو گهر جو سامان اُهي گهر جا پاتي وغيره. اگرچه، اُهي، خاڪي يا عنصري ناهن، پر مثالي يا روحاني ماده جا ۽ انهيءَ ئي شڪل ۾ نموني جا آهن، جيسين، حقيقت اڳي معلوم نه هوندي، يا جيسين، اسين اتي زياده رهڻ ۽ آزمودي سان معلوم ڪريون، تيسين بلڪل شڪ نه پوندوسين، ته اُهي، هن دنيا واريون، ساڳيون شيون ناهن! سگهوئي، اسان کي معلوم ٿيندو، ته جلد هلون چلون ۽ ڇرون پرون ٿا، بت ۾ تمام هلڪا، آزاد ۽ چالاڪ آهيون، ٿڪجون ڪين ٿا، ننڊ جي ته خبرئي ڪانه اٿئون، نه ڪو سور يا درد يا بيماري اٿئون، جنهن مرض يا بيماريءَ جي عذاب ۾ مئا هونداسين، سو ياد ڪري، ۽ تنهن مان پاڻ کي آزاد ڏسي، ڏاڍا خوش ٿينداسين! وري هن جهان جي بک، اڃ، فڪر، انتظار ۽ ڳڻتيون ياد ڪري، معلوم ڪنداسين ته انهن کان به آزاد آهيون! مطلب ته آهستي آهستي، سمجهڻ لڳنداسين، ته هيءُ اُهو، جهان ناهي، اگرچه انهيءَ ئي جهڙو آهي، پر ضرور، ڪو

ٻيو بهتر عالم آهي. جيڪڏهن اڳئي جيئري، انهيءَ
بابت پڙهيو ۽ وسهيو هوندوسين، ته اهڙو مونجهارو
ڪونه ٿيندوسين. نه ته پهرين، ائين ئي سمجهنداسين،
ته اسين مئا ئي ناهيون، اڃا جيئرا آهيون، عزيزن
خويشن کي، پنهنجي تازي مئل لاش يا جسم جي
چوڌاري، يعني سندس لٿل ڪوٽ يا پوشاڪ تي،
رئندو پٽيندو ڏسي، حيران ٿينداسين! ۽ ائين ئي
چونداسين، ته اسين، جيئرا ڀيٺا آهيون! پاڻ درد کان
آزاد ۽ اڳي کان خوش آهيون! هي غلط فهميءَ کان
ناحق پيا افسوس ڪن! انهن کي، سمجهائڻ جي
ڪوشش ڪنداسين، پر نه هو، اسان کي ڏسي يا ٻڌي
سگهندا، ۽ نه حقيقت ئي معلوم ڪري سگهندا، ڇالاءِ
جو هو سڀ، خاڪي دنيائي جسمن ۾ هوندا، ۽ اسين،
روحاني مثالي جسمن ۾، ڪڏهن دل ۾ چونداسين، ته
شايد اسين خواب ٿا ڏسون! پر نيٺ اسان کي ائين
معلوم ٿيندو، ته اسان سان ڪو به ڪو نه ٿو ڳالهائي،
۽ نه اسان کي ڏسي ٿو! اسين ضرور مئا آهيون ۽ هنن
کان، ظاهري، ڌار ٿيا آهيون! تڏهن وري انهيءَ
جدائيءَ جي خيال ۽ محبت جي ڪري، اسان کي ڏک
۽ ارمان ٿيڻ لڳندو. پنهنجا ننڍڙا ٻار يا انهن جي
غريبي ۽ لاچاري حالت ڏسي، فڪر ۽ ڳڻتي ٿيڻ
لڳنديسون. مطلب ته غير واقفيت جي ڪري، البت،

حيران ۽ پريشان ٿيندا سين، چوندا سين، ته جيڪڏهن، اسين برابر مئا آهيون، ته هيءَ، يا بهشت هوندي يا دوزخ! جيڪڏهن، هيءُ بهشت آهي ته اُهو ڪهڙي ڪم جو جو هن جهان ئي جهڙو آهي!؟ جيڪا بهشت جي تعريف ٻڌندا هئاسين، سا ڪٿي؟ ۽ جيڪڏهن، هيءُ دوزخ آهي، ته جنهن جا خوف، اسان کي رهندا هئا، انهن کان چٽل آهيون ۽ هيءُ، انهيءَ کان، وري به چڱي جاءِ آهي!

هن جهان ۾، موت جي خوفن ۽ دوزخ جي باهين ۽ عذابن جي ويساهه، ويچارن ابوجهه ماڻهن کي، جهڙو هن جهان ۾، تهڙو هن جهان ۾، ڏاڍي تڪليف ۽ بي آراميءَ ۾ وڌو آهي! پر سگهوئي، ڪي اُتي جا واقفڪار ۽ خيرخواهه روح، انهن کي حقيقت سمجهائي، تسلي ۽ دلجاءِ ڏين ٿا، ۽ اُتي جا رستا ۽ قاعدا قانون معلوم ڪرائين ٿا، ڪيتريون ئي ڳالهيون اتي هو نيون ڏسن ٿا ۽ ڪيترين اڳوڻين ڳالهين، جون اُتي، هو بيون صورتون ڏسن ٿا. مثلا: جيڪي اڳي، سندن خيال ۽ خواهشون، شوق ۽ حرص وغيره هئا، سي مثالي صورت، وٺي هنن جي پيش اچن ٿا. انهيءَ طرح هو، جسماني، عالم جي نزديڪيءَ، غل ۽ غش کان، آهستي آهستي، پري ٿيندو، مثالي يا روحاني عالم جي حالتن مان واقف ٿيندو، چڙهندڙ، اجا به مٿي زياده

لطيف، قلبي يا خيالي عالم ۾ وڃي. انهيءَ طرح، جيئن پريندي مثان لهي، هيٺ عنصري عالم ۾ آيو هو، (يعني انسان، پريندي جيئن ڄائو هو)، تيئن وري مٿي وڃي، پنهنجو دورو يا دائرو پورو ڪري ٿو. انهيءَ مثالي يا روحاني عالم ۾ زياده رهڻ سان، انهن کي، پوريءَ طرح اها خبر پوي، ٿي ته خراب اخلاق - جيئن ته حسد، وير، گلا ۽ بد خواهي، جا دنيا ۾ ڪجي ٿي، سا سندن لاءِ، سچي پچي، نقصان واري آهي، جنهنجو خراب نتيجو، هو اُتي ڏسن ٿا، انهيءَ ڪري، اُهي ڇڏي، چڱا اخلاق وٺن ٿا ۽ سڌرن ٿا. انهيءَ ڪري، جيڪي روح، انهيءَ ڪان پوءِ، وري هن دنيا ۾ اچن ٿا، سي بهتر حال ۾، پيو دورو شروع ڪن ٿا ۽ انهيءَ ڪان مٿي، ترقي ڪن ٿا، انهيءَ طرح سڌرندا، ترقي ڪندا، چڙهندا وڃن، روحاني عالم ۾، بچڙين عادتن ۽ اخلاقن جي خراب نتيجن ۽ عذابن جو، هڪ به مثال، هتي ڏجي ٿو- مثلا، ڪنهن ماڻهوءَ کي شراب نوشيءَ جي سخت عادت، هن دنيا ۾ هئي، جڏهن هو، روحاني عالم ۾ وڃي ٿو، تڏهن اُها عادت، اُها خواهش، اُهو شوق، ساڻس گڏيو وڃي. اُهي شراب پيئڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر مثالي جسم سان اُها پنهنجي خواهش، پوري ڪري نٿو سگهي، ۽ انهيءَ ڪري، عذاب پيو ڪائي. زناڪار ماڻهوءَ جو، توڙي

بخيل، يا مال ۽ سونُ ميڙيندڙ جو به، ساڳيو ئي حال ٿئي ٿو. اُهي عذاب، جي ماڻهوءَ کي، هن دنيا ۾، ايترا سخت نٿي لڳا، پر ٻئيءَ دنيا ۾، هن جي روح کي، اُهي زياده سخت لڳن ٿا. سي ڪائي ڪائي، هو سبق سکي ٿو، ۽ اُهي عادتون، خراب سمجهي ڇڏي ٿو، ۽ بهتر حالت ۾ اچي ٿو. اِهي آهن دوزخ جا عذاب، جي مذهبي ڪتابن ۾ ڏنل آهن. حسد وارا، توڙي ٻين خراب اخلاقن وارا. انهيءَ طرح، الڳ الڳ قسم جا عذاب سهي سڌرن ٿا. اِهي هئا خراب اخلاقن وارن ماڻهن جي روحن جا مثال! هاڻي، چڱن اخلاقن وارن ماڻهن جي روحن جا ڪي مثال ونو. پانيو ته هن دنيا ۾، هڪڙو شخص آهي، جو غريب ۽ مفلس آهي، ٻار ٻچا به اٿس. جيڪي، مزدوريءَ يا ٻئي ڌنڌي ڪرڻ سان ڪمائي ٿو، سو انهن جي لاءِ، مس پورو آهي. ويچارو، هميشه ڳڻتيءَ ۾ ٿو گذاري، ليڪن علم جو شوق اٿس، موسيقي يا راڳ جو شوق اٿس. نقاشيءَ جو شوق اٿس، ڪن خاص شهرن يا جاين يا ماڻهن جي ڏسڻ ۽ انهن سان محبت ڪرڻ جو شوق اٿس، پر نڪو هتي وجهه اٿس، نه فرصت، ۽ نه وسعت، ليڪن سنديس دل ۾، اهڙو شوق ۽ اهڙي خواهش، حد کان زياده ٿي رهي، جا پوري ٿي نٿي سگهي - مرڻ کان پوءِ، جڏهن عالم ارواح ۾ وڃي ٿو، تڏهن سندس روح،

يعني هو پاڻ آزاد آهي، سڀ فڪر ۽ ڳڻتيون ڪين اٿس ليڪن شوق ۽ خواهشون اُهي ئي قائم اٿس. پيسي يا وسعت جي اُتي ضرورت ڪانهي. پنڌ ڪرڻ يا سفر ڪرڻ جي، ضرورت ڪانهي. فقط خيال ۽ خواهش ڪرڻ سان، ماڻهو، ڪٿي به وڃي ڪي به ڏسي يا ٻڌي يا ڪري سگهي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾، جيڪي هو، خاڪي جسم سان، هن دنيا ۾ ڪري نٿي سگهيو، سو آسانيءَ سان، هاڻي، هن ٻيءَ دنيا ۾ ڪري سگهي ٿو، ۽ هن جي دلي مراد، جا دنيا ۾ پوري نٿي ٿي، سا هو پوري ڪري سگهي ٿو. نهايت عمدي نقاشي يا علم يا عجيب غيبي آواز ۽ راڳ يا شعر يا ٻيا اهڙا هنر، جن جو شوق هوس، سي اُتي موجود اٿس، ۽ انهن ۾، هو، خوش رهي ٿو. يا وري، ڪو ماڻهو، جنهن جي خوشي، نه فقط پنهنجيءَ جند جي نسبت ۾ آهي، پر ٻين جي همدردي ۽ خدمت چاڪري ڪرڻ، هدايت ۽ رهبري ڪرڻ، سخا ڪرڻ ۽ فيض پهچائڻ ۾ آهي. مگر هن دنيا ۾، نه وسعت ۽ نه وقت اٿس، نه طاقت اٿس. پر هتي، هو آسانيءَ سان، اُهو خير جو، ڪم ڪري سگهي ٿو. شاهه پڻائي چوي ٿو ته- ”پيرين پنڌ وسار، هل هيئن سان هوت ڏي“ هيئن به چوٽي آهي ته جنهن ماڻهوءَ، کي چڱي ڪم ڪرڻ جو شوق يا نيت، حد کان زياده آهي، جيئن حج ڪرڻ وغيره- پر

وسعت يا پيسو نه اٿس، ۽ اُهو مطلب، حاصل ٿي نٿو سگهيس، ته انهيءَ، چڻ ته پنڌ ڪرڻ کان سواءِ ئي حج ڪيو يا اُهو ڪم ڪيو. اِهي دنيا جا اصول هن جهان ۾، سچي پچي، پورا ٿي سگهن ٿا ۽ اهڙو ئي اجر يا انعام، حاصل ڪري سگهن ٿا، جهڙو چڻ ته هنن، هن جهان ۾، اهي ڪم، سچي پچي ڪيا. هن ٻئي جهان ۾، اهڙو خوشي ۽ شوق جو ڪم، ٿڪجڻ کان سواءِ، ڪري سگهبو پوءِ ڪهڙو به دماغي يا دلي هجي يا ظاهري ڪشالي جهڙو هجي، چالاءِ جو اُتي، ٿڪ، يا هلاڪي يا بيزاري، هوندي ئي ڪانه جيڪا خواهش، سچيءَ دل سان ڪبي، سا انهيءَ لحظي، پوري ٿي سگهندي! جيڪي ڏسڻ يا ٻڌڻ گهربو، سو هڪدم ڏسي يا ٻڌي سگهبو، جيڪو ڪم، ڪو ڪرڻ، گهرندو، سو هڪدم ڪري سگهندو، ۽ جتي وڃڻ، دل چوندي، اتي هڪدم وڃي، پهچي سگهبو.
مٿين ڳالهين ۽ حقيقتن جي نظر، تي سپ ڪنهن کي، خيال ۾ اچي سگهندو، ته اسين، جي هن دنيا ۾ رهون ٿا، ۽ جسم ۽ ٻين قسمن جي قيد ۽ بندش هيٺ آهيون، ۽ جي پاڻ کي جيئرا ٿا سمجهون، سي سچ پچ مئل آهيون! ۽ جن کي، اسين مئل ٿا سمجهون، يعني جي هن جهان مان نڪري، هن ٻئي جهان ۾ ويا آهن، سي سچ پچ جيئرا آهن! مئل مائون، جي پنهنجا پيار ٻار،

هتي چڙهي ويون آهن، ۽ اُهي مڙس، جي پنهنجون پياريون زالون هتي ڇڏي ويا آهن، سي هن عالم ۾ رهي به، هنن وٽ، هتي موجود آهن، ۽ انهن جي زياده سنڀال ڪري سگهن ٿا، ۽ گهڻن رستن سان انهن کي مدد ڏئي سگهن ٿا. اهڙي حقيقت معلوم ڪري، سڀ ڪو ماڻهو ائين ئي چوندو، ته جيئن جلدي مران، تيئن چڱو، ڇالاءِ جو هن جي حياتيءَ ۾، ڏک ڏوجرا، بيماريون، تڪليفون ۽ موت آهي، ۽ هتي جي حياتي، ڪي ٿورا ورهه آهي، پر هتي موت ڪونهي، سڀ سولائي، آساني ۽ خوشي آهي، جيڪا تعليم، هتي ملي ٿي سگهي، ۽ جيڪو علم ۽ هنر وغيره، هتي آسانيءَ سان، حاصل ٿي سگهي ٿو، سو هتي نٿو ٿئي يا ته ڏاڍي خرچ، ڪشالي ۽ مشڪلات سان ٿو ٿئي، سو به پوريءَ طرح نه، پر انهيءَ اميد تي، پاڻ کي ماري يا مارائي، هن جهان ۾ وڃڻ به بيعقلي آهي، ۽ قدرتي قاعدي جي برخلاف آهي، ۽ سڀني مذهبن ۾ گناهه سمجهيل آهي. ليڪن موت کان بچڻ جو ضرور ڪونهي، انهيءَ لاءِ بالڪل تيار رهجي. موت کي، هن جهان ڏي وڃڻ لاءِ، هڪڙو تمام سوڙهو در سمجهڻ گهرجي، جنهن مان لنگهڻ ۾ تڪليف آهي - اهڙي تڪليف، جهڙي بيمار ٿيڻ يا زخمن رسڻ يا سور ٿيڻ جي حالت ۾ پهچندي آهي، پر يڪدفعي،

سوڙها سگهوڙا ٿي، انهيءَ دريءَ مان لنگهي، هن پاسي پياسين ته بس سڀ ڏک ۽ تڪليفون وسري ويندئون! هن دنيا ۾ اچڻ لاءِ، يعني ماءُ جي پيٽان پيدا ٿي، پوءِ هن جهان ۾ اچڻ وقت به، ته اهڙي ئي قسم جي تڪليف ٿي رسي- جهڙي ٻار کي، تهڙي ماءُ کي. ليڪن پوءِ هو، ڪهڙو نه خوش ٿا گذارين؟! سچ آهي، ته اهو روحاني يا مثالي عالم يا برزخ، يعني اُتي جي حياتي، چڱن لاءِ چڱي آهي، بچڙن لاءِ بچڙي، پر ٻئي ڏريون، پنهنجا مطلب پورا ٿيل ڏسي، خوش ٿا رهن.

ياد رکڻ گهرجي ته هو عالم، هن جهان کان بهتر آهي ۽ اُها، زياده ترقي ڪرڻ جي جاءِ آهي. ٻيو ته جيئن هتي ماڻهوءَ کي، پنهنجن پيارن عزيزن دوستن وغيره کي ڇڏڻ جو ارمان ٿو ٿئي، تيئن هتي، وري، جيڪي عزيز خويش ۽ دوست اڳئي مري ويا آهن، سي موجود آهن، جن کي ملڻ جي، ۽ پوءِ هنن سان گڏ رهڻ جي خوشي ٿي ٿئي، تنهنڪري مرڻ جي ڪري، رنج رهڻ يا غم ڪرڻ جو، واجبي سبب ڪو به ڪونهي. فقط هيترو آهي، ته تازا مئل، ضرور عالم برزخ ۾ هوندا، مگر گهڻا ورهه اڳي مئل، امڪان آهي، ته اتان ترقي ڪري، انهي کان به اعلى قسم جي ڪنهن ٻئي عالم ۾ ويل هجن، جنهن کي عام طرح

”قلبي“ يا ”خيالي عالم“ يا ”بهشت“ ٿا سڏين. انهيءَ عالم بابت، هيٺ، مختصر بيان ڏجي ٿو:

بهشتي عالم

سڀني مذهبن جي ڪتابن ۾، بهشت ۽ اتي جي خوشين ۽ لذتن جو بيان آهي، جو قريب اهڙو ئي آهي، جهڙو هن دنيا جي خوشين ۽ لذتن جو پر حقيقت ٻي آهي. اُهي خوشيون ۽ لذتون. روحاني آهن ۽ نه جسماني ۽ سچيون آهن، نه ڪوڙيون، خواب جي ڳالهين جهڙيون. اهو به سڀني مذهبن جو عام ويساهه آهي، ته اُتي جي خوشين جو انداز يا درجو، ماڻهوءَ جي، هن دنيا جي حالت ۽ عملن تي منحصر آهي. چڱي ماڻهوءَ جي لاءِ، هتي چڱي جاءِ آهي ۽ بڇڙي جي لاءِ بڇڙي. چڱي جاءِ کي ”بهشت“ ٿا سڏين ۽ بڇڙيءَ کي ”دوزخ“. انهن ٻنهي جا جدا جدا نالا آهن ۽ هر هڪ جا درجا يا طبقا، مقرر آهن، جن ۾ جدا جدا قسم جي ماڻهن يا روحن جي رهڻ جو امڪان آهي، ۽ جي، هن دنيا جي عملن ۽ خيالن موافق آهن ليڪن هيترِي ڳالهه صاف سمجهڻ گهرجي، ته بهشت توڙي دوزخ، ڪي هنڌ يا مڪان ناهن، پر روح جون حالتون آهن - جهڙيءَ طرح، عالم مثال يا برزخ، ڪو خاص هنڌ ناهي، پر روح جي حالت آهي - في الحال، دوزخ کي ڇڏي، اسان کي بهشت يا بهشتي عالم جو ذڪر ڪرڻو

آهي. انهيءَ جي ضد يا مخالفت ڪي، ”دوزخ“ سمجهڻ
گهرجي، جي ڪو پڇي، ته اهو بهشت يا بهشتي عالم،
ڪٿي آهي؟ انهيءَ جو جواب هيءَ آهي، ته اهو هتي
ئي، اسان جي آس پاس موجود آهي، جيئن هوا، اسان
کي وڪوڙي بيٺي آهي يا جيئن روحاني يا مثالي عالم،
هتي ئي موجود آهي ۽ اسان جي آس پاس آهي. اسين
جو اسان جو روح، فقط حالت بدلائڻ سان، اُنهيءَ ٻئي
عالم ۾، وڃي يا رهي سگهون ٿا، يا اُتان لهي، وري
موٽي اچي سگهون ٿا. ليڪن اهو، سڀ ڪنهن ماڻهوءَ
جو ڪم ناهي، ڪامل، واقف ۽ آزمودگار انسانن جو
ئي ڪم آهي. پر مئي کان پوءِ، سڀ ڪو، عالم مثال
يا برزخ ۾ رهي، زياده پاڪ ۽ صاف ٿي، ۽ زياده
تعليم حاصل ڪرڻ بعد، ترقي ڪري، بهشتي عالم ۾
وڃي ٿو، جنهن کي ”قلبي“ يا ”خيالي“ يا ”آسماني
عالم“ به چون ٿا. جيئن ڪي ماڻهو، تعليم حاصل
ڪرڻ ۽ استعمال کان پوءِ، عنصري بدن ۾ رهي به،
پنهنجي مثالي جسم سان، عالم مثال ۾ وڃي، سير
ڪري سگهن ٿا، تيئن مثالي عالم ۾ رهي اتان يا هتان،
هن عنصري جسم ۾ رهي به، پنهنجي قلبي يا خيالي
جسم سان، اونهي بهشتي عالم ۾ وڃي، سير ڪري
سگهن ٿا. رواجي ماڻهو، اهي ٻئي عالم، مرڻ کان پوءِ
ڏسي سگهندا. جيئن عنصري عالم مان ۽ عنصري

جسم سان مري، مثالي يا روحاني علم ۾ وڃن ٿا، تيئن وري مثالي جسم سان مري، وري قلبي ۽ بهشتي عالم ۾ وڃن ٿا. مرڻ جي معنى آهي هوش، عقل ۽ حواس جو نڪري، هڪڙي جسم مان ڪڍي يا سسائي، سوڙهو ڪري، ٻئي زياده لطيف جسم ۾ آڻڻ. پوءِ هڪڙا، مصنوعي طرح، ڪثيف جسم هوندي، ائين ڪري سگهن ۽ ٻيا طبعي طرح مرڻ کان پوءِ.
هي قلبي يا بهشتي يا آسماني عالم، اُهو آهي، جنهن ۾، ماڻهو، جيڪي به خيال ڪري سگهي ٿو، ۽ اُنهيءَ مان سچي پچي راحت، سچ پچ ڏسي ٿو، ۽ انهيءَ مان، سچي پچي، راحت، فرحت ۽ خوشي حاصل ڪري ٿو، انهيءَ ڪري ئي ته ان کي، قلبي يا خيالي عالم چئجي ٿو! هن دنيا ۾، اسين، غلط فهميءَ تي، هري ويا آهيون. جيڪي ٿلهيون عنصري شيون آهن، جي حواس جي رستي، هٿ لائي ۽ معلوم ڪري سگهون ٿا، تن کي ئي حقيقي يا سچيون ٿا سمجهون، مگر خيالي ڳالهين ۽ شين کي، غير حقيقي يا ڪوڙيون ٿا سمجهون! ليڪن حقيقت هيءَ آهي، ته سچيون شيون خيالي شيون آهن، جي اسان جي دل يا خيال ۾ آهن، ۽ ظاهري جسماني عنصري شيون، ڪوڙيون آهي.
عربي قول سچو آهي، ته ”ماڻهو، هن دنيا ۾ ننڊ ۾ آهن، يا مئل آهن، يا خواب پيا لهن، پر جڏهن مرن ٿا، تڏهن

جاڳن ٿا، يا جيئرا ٿا ٿين.“ انهيءَ ڳالهه جي سچائي، ماڻهوءَ کي مرڻ کان پوءِ، روحاني عالم ۾، پوريءَ طرح ٿي ٿئي، ۽ هتي جي جيئرن جي حال تي، افسوس ٿو کائي، ته هو، غلط فهميءَ ۾ ٿا رهن ۽ حقيقت کي نٿا سمجهن! انهيءَ طرح، هن دنيا جي حياتي، اونداهيءَ يا لڙاٽ جي مثال سمجهو، ۽ مثالي عالم، چڻ ته، انهن جي به نسبت، چانڊوڪي آهي، ۽ قلبي يا بهشتي عالم، وري، انهن جي به نسبت، سج جي روشنائي يا اُس آهي. اهو بهشتي عالم، سچو پچو آسماني، خدائي ۽ ملڪوتي عالم آهي ۽ سچو پچو نوراني عالم آهي! سڀئي مذهب، پنهنجي پنهنجي نموني، ۽ پنهنجي پنهنجي اصطلاح موجب، اعلى قسم جي تعريف ڪن ٿا. ڪن جو بيان، جسماني خوشين جي نموني جو آهي ته ڪن جو روحاني خوشين جي نموني جو. جيئن ماڻهو، مثالي عالم ۾ رهي، پنهنجي عنصري جسماني ۽ نفساني خواهش کپائي، پوري ڪري، قلبي يا خيالي ۽ بهشتي عالم ۾ وڃڻ جي لياقت پيدا ڪري ٿو، تيئن جيڪي خيال پي پچايا اٿس، سي هن عالم ۾ اچيو ٿا پيش ٿينس. اهي خيال، وڏيون طاقتون آهن، ۽ آسمانيءَ بهشت مرتبي حاصل ڪرڻ جا، سچا پچا اُپاءَ آهن، جن جي وسيلي، هو، انهن جا عمدا نتيجا، اُتي ڏسي ۽ سک ۽ خوشي ماڻي ٿو.

هن بهشتي عالم ۾، هڪڙي ئي خاصيت يا هڪڙي ئي اخلاقي لياقت آهي، جنهن جو استعمال ٿو ٿئي، ۽ جنهن جو بنياد، هن دنيا جي عنصري جسم سان شروع ٿيو هو. اُها خاصيت آهي ”محبت“ حقيقت ڪري، اهو، محبت، عشق يا پيار جو عالم آهي. هن دنيا ۾، مجازي عشق، نفساني شهوتن ۽ خواهشن سان ڳنڍيل هو، پر تڏهن، اتي به ڪن ڪي، حقيقي روحاني عشق رهيو ٿي، جا هڪڙي خدائي ذات هئي. هتي توڙي هتي، انهي محبت جا به درجا آهن، جي هڪٻئي کان مٿي آهن - هڪڙي محدود آهي، ته ٻي غير محدود آهي. هڪڙو ماڻهو، ٻئي کي ڏاڍو پيار ڪري ٿو، پر ساڳئي وقت ۾، هن کي، اها نظر رهي ٿي، ته هو اڳيون به، کيس پيار ڪري ٿو يا نه؟ يا سندس پيار جو قدر ڪري ٿو يا نه؟ اُن موجب، هن جي، هن ڏانهن محبت وڌي ٿي يا گهٽجي ٿي. پر غير محدود محبت اها آهي، جا محبت جي عوض کان سواءِ، ٻئي کي پيار ڪري ٿي. انهيءَ جو مطلب، سواءِ پيار ڪرڻ جي، ٻيو ڪو به ڪونهي. اُنهيءَ پيار ۾، پنهنجي جند جي خوشيءُ جو، ڪو به خيال ڪو نه ٿو رهي. اجا به اعلى قسم جي محبت، خدا جي محبت آهي، جا سيڪو روح فرض ٿو ڄاڻي - اهڙي محبت، جهڙي ذري يا تروري کي، سج سان هجي، يا ڦڙي کي، درياهه سان هجي.

ڪي ماڻهو، خدا سان محبت رکن ٿا، ۽ انهيءَ جي عبادت ڪن ٿا، ۽ انهيءَ جي تعريف ڪن ٿا، انهيءَ لاءِ، ته هو، مٿن راضي رهي ۽ کين دنيا ۾، سکيو رکي، ۽ هن جهان ۾ بهشت جي جاءِ ڏئي. اُها محبت به چڱي، پر اهو، جڻ ته اُجوري يا مزدوريءَ جي لالچ تي، پورهيو ڪرڻو آهي. سچي عبادت، سچيءَ محبت وانگي، سواءِ عيوضي، سواءِ اجوري ۽ سواءِ جند جي فائدي يا خوشيءَ جي نٿي ٿئي. بهشتي عالم، اهڙيءَ محبت جي جاءِ آهي. اتي، سڀ ڪنهن کي فرض چاٽي، محبت ٿي ڪجي ۽ سپني سان محو ٿي يا يڪ وجود ٿي ٿو وڃجي. خدا سان محبت به، فنا في الله ٿيڻ آهي جيئن ڦڙو، درياهه ۾ پئي، گڏجي، گم ٿي وڃي. جنهن ماڻهوءَ اهڙي محبت، هن عنصري دنيا ۾ رکي هوندي يا پوءِ، عالم مثال ۾ رکي هوندائين، تنهن مان پيدا ٿيندڙ خوشي، انهن عالمن ۾، ماڻڻ جي نه هئي. انهيءَ جي ماڻڻ جي جاءِ، اهو بهشتي قلبي عالم آهي. اهڙي سپاڳي روح جي، جا مراد، هنن عالم ۾ پوري نٿي ٿئي، سا نيٺ اتي پوري ٿئي ٿي ۽ خدا تعالى جي عدل ۽ انصاف، ڪرٽي پرٽيءَ جي، پوري ثابتي ملي ٿي.

ماڻهو، هن دنيا ۾، هن خاڪي جسم کي، ڪم آڻڻ تي، بالڪل هري ويو آهي. مرڻ کان پوءِ، عالم مثال يا

برزخ ۾، مثالي جسم سان هلي، ڪم ڪري، نيٺ هري ويندو آهي، جيئن ننڍڙو ٻار، پهريون ريڙهيون يا ٻانبڙا ڏئي، پوءِ بيهي پنڌ ڪرڻ لڳندو آهي، پوءِ ڊوڙڻ ۽ چڱيءَ طرح هلڻ چلڻ لڳندو آهي، تيئن عالم مثال ۾ به ٿيندو- پر قلبي عالم ۾، زياده مشڪلات آهي، جو انهيءَ جي لاءِ، اڳي ويلن خيالن جي ضرورت آهي ۽ اُهي اڪثر، ٿورا موجود آهن. سواءِ ڪامل انسانن جي روحن جي، اُتي، قلبي جسم سان ڪم ڪرڻ، مشڪل آهي ۽ انهيءَ جي استعمال ۽ قابليت حاصل ڪرڻ لاءِ، گهڻو عرصو درڪار آهي، ۽ زياده سچي علم جي ضرورت آهي اگرچه انهيءَ جي تعليم ملڻ جو به، اتي پورو بندوبست رکيل آهي.

اُتي قلبي يا بهشتي عالم ۾ رهڻ لاءِ، جن خيالن جو ضرور آهي، سي اعلى قسم جا هئڻ گهرجن، پر اڪثر ماڻهو، جي عنصري ۽ مثالي عالمن ۾ جسمن تي هريل آهن، تن جا خيال به، هيٺاهين درجي جا ٿا ٿين، سواءِ ڪن ٿورن ڪامل انسانن جي. اُتي جي اعلى قسم جي خيالن جا، ڪي مثال، ڏينداسين. مثلا علم موسيقي يا آواز ۽ راڳ جو علم ۽ هنر. مٺو آواز ۽ راڳ، روح جو قوت سڏيل آهي ۽ انهيءَ مان، روحاني راحت ٿي اچي، بلڪ جذباتي يا محويت جي حالت ٿي رسي. صوفين وٽ، سماع، وڏي طاقت

واري شي آهي ۽ خدا سان واصل ٿيڻ جو، هڪڙو اُپاءَ سمجهيل آهي. پانيو ته هڪڙو ماڻهو، جنهن کي راڳ يا سماع جي ڪا به خبر ڪانهي ۽ جنهن کي اُنهيءَ مان، ڪا به لذت يا فرحت نٿي اچي، سو عنصري ۽ مثالي عالم مان چڙهي، قلبي يا خيالي، يعني بهشتي عالم ۾ آيو آهي. جڏهن انهيءَ عالم ۾، نهايت عمدو ۽ مٺو روحاني قدرتي راڳ ڪم اچي ٿو ۽ خاص روح يا ملائڪ، انهيءَ ڪم تي رکيل آهن، تڏهن اُنهيءَ جو، هن ماڻهوءَ کي ڪهڙو قدر ٿيندو؟ هن دنيا ۾، جيڪي قابل استاد هئا، انهن کي اتي نئي، تعليم پرائڻي پوندي، تڏهن نئون ماڻهو، ڇا ڪري سگهندو؟ خود انهن استادن جا روح، اهڙي تعليم، اتي ڏين شروع ڪندا، ۽ پاڻ وري، اُتي جي استادن کان تعليم پيا وٺندا. انهيءَ طرح، هڪ ٻين کي، فيض ۽ فائدو پيا پهچائيندا. راڳ وانگي، ٻين عمدن علمن ۽ هنرن جو حال پڻ ڄاڻو - نقاشي، شاعري، رنگ آميزي، خوبصورتي وغيره. اهي سڀ خيالي علم ۽ هنر آهن، جي هن دنيا ۾ اڻ پورا آهن، پر هتي، پورا ۽ ڪماليت کي پهتل هوندا. جن کي هتي، اهڙن علمن ۽ هنرن کان حد کان زياده خوشي هن خاڪي جسم ۾ حاصل ٿي ٿئي، تن کي، اُنهيءَ بهشتي عالم ۾، ۽ بهشتي جسم ساڻ، ڪيتري نه زياده خوشي حاصل

ٿيندي! ساڳيو حال، محبت ۽ عشق جو آهي. جن عزيزن ۽ پيارن محبوبن سان، هتي، اسان جي حد کان زياه محبت هئي، سي هتي، اسان کي ملندا. جن سان هتي، اسان کي، حد کان زياده خوشي حاصل ٿيندي هئي، تن سان گڏ، انهيءَ عالم ۾، ڪيتري قدر نه زياده خوشي حاصل ٿيندي! ساڳيو حال، خدا جي بندگيءَ يا عبادت ۽ خلق سان همدرديءَ يا مددگاريءَ جو هوندو. ڇا، جن سان، هتي ئي، اسان جي حد کان وڌيڪ محبت هئي، ۽ اسان کان اڳي، انهيءَ بهشت عالم ۾ ويل آهن، ۽ جي، محبت جي گهڻائي کان، اسان جي سڪ ۾ پلي لاءِ منتظر آهن، سي اسان جي اُتي پهچڻ تائين، انتظار ۾ نه رهندا؟ اتان ئي، آسانيءَ سان، اسان کي، هن جهان ۾ توڙي عالم مثال ۾، گهربل مدد يا تعليم يا محبت ڏيئي سگهن ٿا ۽ اسان سان، هر وقت، گذاري سگهن ٿا. هو، اسان کي ڏکن، مصيبتن ۽ مشڪلاتن ۾ ڏسڻ، پسند نٿا ڪن، تنهنڪري پنهنجيءَ طاقت آهر، اسان کي مدد ڪن ٿا ۽ تسلي ڏين ٿا. اهو جيڪو ذڪر آهي، سو روحن جو نه، پر اسان جن جسمن جو آهي، جن سان، اسان جي گهڻي محبت آهي، سو هر دم اسان جي دل ۾ آهي، ۽ انهيءَ بابت، اسين هميشه، گهوڙهو خيال پيا ڪريون. انهيءَ جي خيالي صورت، هميشه، اسان جي دل تي، فوٽوءَ

وانگر چميل آهي. اُهي خيال، انهيءَ خيالي يا قلبي يا بهشتي عالم ۾، نهايت زور ۽ ڪشش وارا آهن، ۽ انهيءَ ڪري، اُهي اسان جا محبوب يا عزيز، هميشه اسان سان گڏيا وتن. اهڙي سڪ ۽ اهڙي محبت، هڪڙي ڪشش آهي، جا انهيءَ عزيز يا محبوب جي روح کي، هڪدم آڻي ، اسان جي روح سان ملائي ٿي. اها حالت، نه فقط مئل عزيز يا دوست جي روح جي ٿي ٿئي، پر جيئري جي به، جو اسان کان پري ۽ ڌار آهي، ڇالاءِ جو جدا جدا قسم جي مليلن جسمن سان، جدا جدا عالم ۾، ماڻهو، هڪبئي کي ملي، ڏسي وائسي سگهي ٿو. هڪڙوئي روح، هڪ هنڌ هئڻ جي حالت ۾ پڻ، ٻئي هنڌ يا ٻين گهڻن هنڌن تي وڃي سگهي ٿو، اگرچه انهيءَ لاءِ، واقفيت ۽ استعمال گهرجي.
حقيقت هيءَ آهي، ته سپڪو ماڻهو، هن ئي دنيا ۾، پنهنجو بهشت يا دوزخ جوڙڻ لڳي ٿو. اهي ٻئي مڪان، ماڻهوءَ جي اخلاقن، عملن ۽ خيالن موافق، علحدن علحدن قسمن ۽ درجن جا جڙن ٿا، جن ۾ مئي کان پوءِ، هو، نيٺ وڃي رهي ٿو. انهيءَ اعلى طبقي يا قلبي يا بهشتي عالم ۾، حد کان زياده، سونهن، خوبي، فرحت ۽ لذت جي روحاني اسباب موجود هئڻ جو امڪان آهي، جنهن جو هن دنيا ۾ فقط خيال ڪرڻ به، مشڪل بلڪ ناممڪن آهي، انهيءَ عالم جي لاءِ

به، ٻين عالمن وانگي، ماڻهوءَ کي جسم مليل آهي، جو لڪل ٿو رهي، پر خيال جي سري رکيل آهي، جنهن مان، انهيءَ جي خبر پئجي سگهي ٿي، ۽ جنهن مان، پنهنجا خيال، انهيءَ عالم ڏي، اڳئي، روانا ڪري سگهون ٿا. جيئن مٿي به چيو ويو آهي ته خيال، ڪا هوائي يا اجائي ۽ ڪوڙي شيءِ ناهي، پر سچي پچي جٿاءَ ڪندڙ شيءِ آهي، جا هڪڙي وڏي طاقت آهي، جا نهايت گهڻو ۽ اعلى قسم جو ڪم ڪري ٿي سگهي. جي ماڻهو، هن دنيا ۾ جي جسماني شين، نفساني خواهشن ۽ شهوتن ۾ محو ۽ مشغول آهن، ۽ روحاني ڳالهين جو ڪو به خيال نٿو رهين. تن جون، اُهي بهشتي دريون، جي سندن خيالي جسم ۾ رکيل آهن، بند ٿيو ٿيون وڃن ۽ ڪي ٿورا خيال موڪلين ٿا، جي کين، پوءِ، انهيءَ عالم ۾ ڪم اچن ٿا. بالڪل جهنگلي ماڻهوءَ کان سواءِ، ٻين عام ماڻهن ٿورا گهڻا خيال، انهيءَ قسم جا، پنهنجي لاءِ، ضرور گڏ ڪيا هوندا. اهو، انهن جو خزانو يا آذقو چئبو! انهيءَ مان معلوم ٿيندو، ته جيئن عام خيال آهي، ته ڪي ڪي ماڻهو، مرڻ کان پوءِ، يا نيٺ بهشت ۾ ويندا يا ڪي دوزخ ۾، تنهنجي بدران، صحيح ڳالهه هيءَ آهي، ته سيڪو ماڻهو، دوزخ به ڏسندو ۽ بهشت به. اهو، تعلق آهي، انهن جي دنيائي اخلاقي هلت، خواهشن ۽ خيال تي.

دوزخ ۾، ٿوري يا گهڻي وقت تائين رهڻ جي معنى آهي، پنهنجن گناهن جي سزا ڪاٽي، آزاد يا پاڪ ٿي نڪرڻ، پوءِ جڻ ته بهشت ۾ داخل ٿيڻ جو لائق ٿيو. دوزخ، گويا گدلن ماڻهن کي، صاف ڪري ڪيڻ لاءِ، قدرتي حمام خانو ٺهيل آهي، انهيءَ ڪري، نڪمو يا خراب نه چئبو. خدا تعالى، جو رحمان ۽ رحيم آهي، تنهن جو سيڪو ڪم ۽ سيڪو بندوبست، چڱائيءَ ۽ حڪمت کان خالي نه هوندو.

---

* هيءَ صدارتي تقرير مرزا صاحب مرحوم 26 اپريل 1927ع تي لکي هئي.

* هيءَ صدارتي تقرير مرزا صاحب مرحوم 12 جنوري سنه 1926ع تي لکي هئي.

http://www.sindhiadabi.org/Catalogue/Articles/Book8/Book_page2.html